# آزاديءَ جا ڳاڙها جهنڊا

(شاعري)



عاجز سرڳاٽي

| | |
|---|---|
| ڪتاب: | آزاديءَ جا ڳاڙها جهنڊا |
| شاعر: | عاجز سرڳاٽي |
| ڇپائيندڙ: | نشر و اشاعت شعبو (جسمم) |
| تعداد: | هڪ هزار |
| مُلهہ: | 120 رپيا |

## ارپنا

سنڌ ڌرتيءَ جي عظيم شهيدن
سرائي قربان کهاوڙ، روپلي چولياڻي،
نور الله ٽنيي ۽ ذوالفقار ڪولاچي جي
نالي، جن جا موت هڪ جهڙا ٿيا.

- عاجز سرگائي

ڳاڙها ڳيرو سنڌ جا، تون ئي منهنجو خواب،
تون ئي آنهن جواب، صدين جي سوال جو!

- اياز

# مُهاڳ

هڪ شام جو مان هليو ويندس،
چاڻ نه اٿم ته ڪيڏانهن پيو وڃان،
۽ جي اهو وقت جنگ جو هوندو،
ته مان ماٺ جي هينان اٿين دٻجي ويندس،
جيئن ڪو متيءَ هينان دٻجي وڃي.....

هي سِٽون 'فيدوئيانو' جون آهن هي رومانوي شاعر 1918ع ۾ ڄائو هو. سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو "ليند اسپيس" 1930ع ۾ شايع ٿيو هو. پر ادبي ڪيتر ۾ ايڏي ميجتا نه مليس، جنهن ڪري هو پيرس هليو ويو، جتي هو دادا وادي جي لهر ۾ شامل ٿي ويو ۽ اُنهيءَ تيز لهر بابت يورپ ۽ آمريڪا ۾ ليڪچر ڏيندو رهيو، جتي کيس وڏي ميجتا ملي، اُتي هو "بينجامن فادين" جي نالي سان لکندو هو، فرانسيسي فوج سان وڙهندي، هي شاعر نازين جي ور چڙهي ويو ۽ کيس 1944ع ۾ گيس چيمبر ۾ مرڻو پيو.

'عاجز' سرگاٽي فرانسيسي فوج سان ته ناهي وڙهيو ۽ نه وري هو نازين جي ور چڙهي ويو آهي پر هو پنهنجي ديس تي رنجيت سنگهه جي اولاد جا ظلم اکين سان ڏسي رهيو آهي. هو اهڙن ظلمن کان بغاوت جو اعلان ڪري ٿو ۽ پنهنجي تخليقي عمل کي تيز ڪري انقلابي گيت لکي ٿو ۽ ماڻهن کي بيدار ڪري ٿو.

نياز همايوني ۽ ابراهيم منشي ڪانپوءِ قومي ۽ انقلابي شاعري ڪندڙ ڪيترائي شاعر خاموش ٿي ويا، اهي هينئر قومي اسٽيجن تي ظاهر ناهن، ۽ نه وري پنهنجي انقلابي شاعري ڇپرائڻ لاءِ به تيار آهن، ان ماحول ۾ 'عاجز' سرگاڻي "آزاديءَ جا ڳاڙها جهنڊا" ڪتاب لکي ستل روحن کي جاڳايو آهي.

جڏهن اسان سنڌي ادبي سنگت، باڊهه ۾ هوندا هئاسين ان وقت اسان جي تر جي سٺن شاعرن جو ذڪر ٿيندو هو انهن ۾ شيرل بيوس باڊاهي، پيرل قمبر، دادن فقير ۽ عاجز سرگاڻي سرفهرست هئا. شيرل، پيرل ۽ دادن ته گهڻو وقت اڳ لاڏاڻو ڪري چڪا هئا. مون کي "عاجز" سرگاڻي سان ملڻ جو وڏو شوق هوندو هو پر شهر کان ٻاهر نڪرڻ ڏاڍو ڏکيو لڳندو هو، ڪيتري عرصي کان پوءِ باڊهه ۾ سگا (سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن) وارن "ڪل سنڌ" مشاعرو ڪرايو هو، جنهن ۾ تاجل بيوس، احمد خان مدهوش، تاج جويو، سرڪش سنڌي، وسيم سومرو، ذوالفقار سيال، اياز جاني، عبدالغفار تبسم ۽ منٺار سولنگي سميت ڪيترائي شاعر آيل هئا، ان سڀني مشاعري ۾ "عاجز" سرگاڻي پنڊال کي گرمائي ڇڏيو. سندس شاعري پڙهڻ جو انداز به متاثر ڪندڙ هو.

اگر ڪو ڪربلا ڪري ته ڪربلا ڪري ڏجي،
نه ڇپ ڪجي نه چون چران، پوءِ آ ته آ ڪري ڏجي!
محاذ عشق جي چڙهي . نه پوئتي نهارجي،
هي سر وڃي ته سئو دفعا پر سر فدا ڪري ڏجي!
سڀني چمار قيد ۾ گذارجي "جي. ايم" تي،

وجود جي وقار لاءِ هو هوا ڪري ڏجي،
۽ ڪجي نه ڪا منافقي ملي زهر جي پل ٽڪي،
اي ”عاجز“ اصول لاءِ آ ته نا ڪري ڏجي!

سندس ان غزل پڙهڻ تي پنڊال ۾ تاڙيون وڄي ويون ۽ سڄي مشاعري ۾ ايڏو ڪنهن ٻئي شاعر کي داد نه مليو جيڪو ”عاجز“ سرڳاٽيءَ کي مليو، فوري طور تي تاج جويي ”عاجز“ کان پنهنجو غزل ورتو ۽ سنڌي ادبي سنگت، جي ٽه ماهي پرچي ۾ شايع ڪرايائين، ان وقت ٽه ماهي ”سنگت“ پرچو ڪتاب جي صورت ۾ ڇپجندو هو، جڏهن تاج جويو پاڻ سيڪريٽري جنرل هوندو هو.

”عاجز“ سرڳاٽيءَ جي قومي ۽ انقلابي شاعري اسان جي لاءِ وڏو سرمايو آهي، هن جي انقلابي شاعريءَ ۾ مزاحمت جو وڏو رنگ شامل آهي، تازو سنڌ ۾ هلندڙ مزاحمت کان گهڻو متاثر ٿيندي نظر اچي رهيو آهي. ۽ پنهنجي ڪتاب ”آزاديءَ جا ڳاڙها جهنڊا“ ۾ غزلن ۽ نظم تي سچل جي گيڙو ويس پهرايو آهي، جيئن سچل سرمست سنڌ جي شاعريءَ کي هڪ نئون رنگ ڏنو ۽ اهو رنگ هزارين مولوين کي لوڙهي ويو هو.

هَلُ درازا هلُ،
تنهنجا سي مُلان،
منهنجو هڪ سَچلُ (اياز)

شيخ اياز هڪ هنڌ لکيو هو ته ”آءُ روزاني صبح جو ڀٽائي جو رسالو پڙهندو هوس، هڪڙي ڏينهن سچل سرمست جو

رسالو پڙهيم ائين محسوس ڪيم تہ اج شينهن جي گوشت سان ناشتو ڪيو آهي“

”عاجز“ سرڳاٽي هن دؤر جو سچل آهي، جيڪو ٻين سيني مولوي شاعرن کان بهتر آهي. هي انهن شاعرن کان گهڻو اڳتي هليو ويو آهي، جيڪي محبوب جي ذلفن ۽ محبوب جي ريشم جهڙين ٻانهن وارن خوابن مان ناهن نڪتا. ”عاجز“ سرڪاري ڪرسين تي ويهندڙ ۽ سرڪاري مشاعرن ۾ شعر پڙهندڙن شاعرن جي قطار ۾ شامل ناهي، هو انهن شاعرن کان ڪنداڻتو تي لکي ٿو ۽ ها اج جيڪي قومي شاعري لکڻ کان پاسيرا ٿي ويا آهن اهي ’عاجز‘ جي مزاحمتي شاعريءَ اڳيان لڄي ٿي رهيا آهن:

’عاجز‘ سرڳاٽي پنهنجي قومي شاعريءَ ۾ سنڌ جي سمورن وڏن شاعرن ۽ انقلابي ماڻهن کي ڳٽيو آهي، مخدوم بلاول، ڀٽائي، سچل ۽ شاهہ عنايت سميت سمورن عالمن اڳيان هن سنڌ جو درد رکيو آهي.

سنڌ جا سردار سائين اي اجها عبداللطيف،
جال هيٺا تون پسين ٿو پرجهلا عبداللطيف!

ڪو چنگيز آهي تہ چا ٿي پيو، مان بہ دولهہ درياهہ خان هان ديش جو،
ڪو دلال ڪو سندو روپ ڌاري پلي، مان محافظ نگهبان ديش جو!

هو پنجابين جي ظلم کي ڏسي پنهنجي شاعريءَ ۾ ظالمن کان پري رهڻ جي هدايت ڪري ٿو.

سني اها صلاح ٿوَ پنجاب کان پري رهو،
سموري سامراج جي عذاب کان پري رهو.

جڏهن سنڌ جي پاڻيءَ تي ڏاڙو لڳي ٿو، تڏهن به 'عاجز' خاموش نه ٿو رهي ۽ هو لکي ٿو ته:

ڪجهه پادر پاڻي ڪرڻو آ!
پاڻيءَ لئه پاڻي ڪرڻو آ!
۽ ٻوٽ ٻلي جو پيڄڻو آ!
اعلان اهو ئي ڪرڻو آ!
يا غم آهي يا پرڻو آ!
يا مارڻو آ، يا مرڻو آ!

هن نظم ۾ 'عاجز' سگهڙ شاعر حافظ محمد بخش کان اثر وٺندي محسوس ٿي رهيو آهي، هن جو به پاڻي تي هڪ اهڙو گيت آهي.

پاڻيءَ تي اڄ پاڻي ٿيندو،
ظالم تو سان پاڻي ٿيندو!

'عاجز' سرڳاڻي موجوده سياسي صورتحال ۾ مفاهمت تي به چڱي خاصي نظر رکي ٿو ۽ هو ان کي نندي ٿو.

مفاهمت جي لفظن ماري نيٺ ڪيا نقصان،
مزاحمت جي مهميرن ئي ملهايو ميدان.

هو ان ئي ساڳي گيت جي مُنڍ ۾ ڳالهه سڌي ڪرڻ بابت ڪجهه هينئن چئي رهيو آهي.

پاڻيءَ جي ڪا ليڪ نہ آهي آ پٿر جي هيءَ ليڪ.
آزاديءَ جي سيد جيڪا شروع ڪئي تحريڪ!
سنڌ ۾ هي سچو جو سچو گيت ڳائڻ جهڙو آهي، پر هي هڪڙو نہ هن جا سمورا غزل ۽ نظم جيڪڏهن ڪو فنڪار ڳائي تہ نوجوانن جا روح گرمائي سگهي ٿو.
عاجز سرڳاڻي سانگهڙ سانحي تي بہ هڪ غزل لکيو آهي، جنهن جي سٽ سٽ ۾ درد سمايل آهي.

هڪ تہ ماريا ويا، ٻيو تہ ساڙيا ويا،
واقعو سانگهڙ جو تاريخ سنگين ٿيو!
موت ڪولاچي، قربان، روپلي جو ڏسي،
حوصلي جو بہ رُخ آهي رنگين ٿيو!

حوصلي جي رُخ کي رنگين ڪري پيش ڪري اهو شاعر جو ئي ڪمال ٿي سگهي ٿو.
’عاجز‘ سرڳاڻي جا ڪتاب ۾ شامل سمورا گيت قومپرستي زنده باد ”مخدوم بلاول موٽي آ“ ”جنگ آزادي جي جاري آ“، ”پنهوارن جي پڳ بچايون“ ”جنهن جي سياست قرٽي ناهي“ ”بغاوتون شهادتون“ ”پنجاب کان پري رهو“ ۽ ”تہ مرڪي هوشوءَ جا ڪردار“ سميت سمورا غزل ۽ نظم ”آزاديءَ جي ڳاڙهن جهنڊن“ سان گڏ سنڌ جي هوا ۾ جهولي رهيا آهن.

واحد ڪانڌڙو
قاسم آباد، حيدرآباد سنڌ
25 مئي 2011ع

# واقعو سانگهڙ جو، تاريخ سنگين ٿيو

هڪ تہ ماريا ويا، ٻيو تہ ساڙيا ويا،
واقعو سانگهڙ جو تاريخ سنگين ٿيو!

روپلو ءِ سرائي ها ڌرتيءَ ڌڻي،
هي تہ احساس ڪنهن کي بہ ڪو ڪين ٿيو!

هي رياست جي غنڊن جي حرڪت ڏسي،
منهن تي رومال ڏئي آ لڄي دين ٿيو!

کهڙي مُلي جي فتوئ تي ساڙيا ويا،
کهڙو مفتي انهيءَ مان آ مطمئين ٿيو!

هانءُ سيهڙ جو ڪولاچي بہ ڦاڙي ويو،
موت جنهن جو ڪراچيءَ ۾ مسڪين ٿيو!

نيٺ نورل ٿُنيي بہ شهادت ورتي،
سنڌ جيجل جو دامن بہ رنگين ٿيو!

وقت ناهي پري عيد اچڻي تہ آ،
باغي مقتل سندي راهہ ڪان ڪين ٿيو!

موت ڪولاچي، قربان، روپلي جو ڏسي،
خوصلي جو رخ آهي رنگين ٿيو!

ديس آزاد جا ڪُل وسيلا ونئي،
چاڻ آزاد 'عاجز' فلسطين ٿيو!

# توڙي مون لئہ چوهن قاهيون

توڙي مون لئہ چو هن قاهيون ـ تون ۽ مان جوءِ سنڌي آهيون،
ها ها بيشڪ سنڌي آهيون ـ قربانيءَ جي ڪنڌي آهيون!

منهنجو سنڌ سان ساهہ آ سبيل ـ مون ڪي خنجن جو پاٽي پيتل،
پَرمتڙيو بي نيمڪ ناهيان ـ آخر سنڌي ٻچو آهيان!

مون وٽ جوت حسيني آهي ـ غير جي بعيت ڪرڻي ناهي،
مَرِبو سر جو سانگو لاهي ـ مربو قوم جي قسمت ناهي!

سرهي قوم تان صدقي منهنجو ـ اڳ پوءِ ڳُتڪو لاهيان ٽنهنجو،
هاڻ سنڌي سڀ جاڳيا آهن ـ چورن پويان ڀاڳيا آهن!

سنڌ تہ ڪوڪي خالي ناهي ـ اتبو ڪاهي سينو ساهي،
ڪوڙر ڪانو سڀ سرتي ـ سر ڏبو پر سنڌ امڙ تي!

دنيا پل پو حيرت ڪائي ـ واهہ ويا جو تج ملهائي،
قومي جذبو ڏارڻ وارا ـ قوم تان آفت ٽارڻ وارا!

# آزاديءَ جا جهنڊا جهلندا

آزادي جا جهنڊا جهلندا سنڌ جي ٻاري ٻاري تي،
سنڌي ماٺهون ڊڄندا ناهن ويڙهيءَ جي وسڪاري تي!

ڪرفيو جا ڪينجهر ڪي ڪندو ڪرفيو جا ڪارونجهر ڪي،
تنهنجو داٻ نہ هلندو ويري ٿٽي تي يا گهاري تي !

نيٺ تہ توڙهي قاتڪ وارو توڪان وٺبو وير ورِي،
قومي جذبو جاڳي پيو آ موقعي مانجهند واري تي !

نيٺ تہ ڏاتا واندا ٿيندا تنهنجي ڪنڌ تي وهندا ويري،
هاڻ ڪٽي ويا آهن هاري سارين جي لاباري تي!

ڪيسين هيڏا ڪيس ڪندين تون تنهجو وارو پورو ٿيو،
هاڻ سنڌي سپ جاڳيا آهن پنهنجي پنهنجي واري تي!

ساٿ سلامت سنڌڙي رهندي سنڌؤ جي تہ ڪناري تي،
سر جي بازي ڏيندا سنڌي ڊوري ڪاري ناري تي !

ڪرفيو، ڪوڙا، بم ۽ ڦتڪا تنهنجا دڙڪا جا آهن،
بينر آزاديءَ جا ڏسندين سچل جي تہ مناري تي!

مرُڪي جيئن مخدوم بلاول مالڪ خشڪ ۽ ٻيا سورهه،
سنڌ جي نقشي جا پڙپوندا پٺ ڏٺي پلاري تي !

سن جو سائين سوڀون ماڻي 'عاجز' ايندو ويندو ڪئي ،
هر هڪ سنڌي هليو ايندو رهبر جي تہ اشاري تي!

# تاڙ انقلاب جي

اسان کي هر طرح ۾ آهي تاڙ انقلاب جي،
سگهه عمل ۾ آڻبي هي ڌاڙ انقلاب جي!

جي ڪالا باغ ڊيم پيو نهي تيار ٿيو تہ پو،
سنڌو جي ڪپ تي ٿاهين تہ ماڙا انقلاب جي !

فڪر لطيف جا پڙهيل اُداس ٿي نہ هار دل ،
وني ٽڪيٽ قوم کان نہ ڦاڙ انقلاب جي !

ڪلام سُر ۾ ساز ۾ غزل ۽ گيت بيت ۾،
اديب ائين ڪندو ٿي آهي آڙ انقلاب جي!

اي لانگ بوٽ جا ٻُڪيا هي گيت منهنجي ديس جا
،
پليت پير سان نہ پُون لتاڙ انقلاب جي!

ننڍي وڏي جي وات ۾ چَني ۾ گهر ۾ گيت ۾ ،
لنوي ٿو قوم ساڻ ڏُنَ ڌراڙ انقلاب جي!

ڪچي قلعي پڪي قلعي ملير ۾ ڪٿي ملي،
جڳهہ تي جلد ڪوڙبي ڪا پاڙ انقلاب جي!

گهرن مان گهر ڏٺي تڙي ننگن جون عزتون لُٽي،
هرو ڀرو نہ تون شڪل بگاڙ انقلاب جي!

اي 'عاجز' احتجاج لئہ سُجي ٻُڪي سماج ۾،
سڌي آ سامراج ڏي مُهاڙ انقلاب جي!

# سرخ رنگ ڻاهيو دوستو

اچو تہ ڪل ڪني تي نئين اُمنگ ڻاهيون دوستو،
ڪٺو ڪٺو ڪنو ڪري ڪو سنگ ڻاهيون دوستو!

تِري تي سِرُ ڪٽي هلون صدا اها هٺي هلون،
تہ ديس لئہ دلير ڪو دنگ ڻاهيون دوستو!

حساب قوم جو وني ڪتاب قوم لئہ لکي،
عظيم انقلاب لئہ ڪو انگ ڻاهيون دوستو!

سبق لطيف ڪان وٺي سچل جي مارئي پڙهي،
چَپي چَپي تي چاهتن جا چنگ ڻاهيون دوستو!

اچو تہ پانهن پل تي ڏيئي جو وَٽِ تيل تي،
اماس رات ۾ جيئڻ جو ڍنگ ڻاهيون دوستو!

تيار ڪر تبر تکي ڏي خون قوم کي لکي،
تيار تي تہ ڪا تکي تفنگ ڻاهيون دوستو!

امڙ جو حق ادا ڪري جڳا بہ تي جدا ڪري،
سڪل زمين تي ڪو سرخ رنگ ڻاهيون دوستو!

محاذ جنگ تي چڙهي — ڪلام شاه جا پڙهي،
هلو تہ ڪو طريقہ ڪاز جنگ ناهيون دوستو!

وجي تي مند سانوڻي نهي پوي تي چاٻوٽي،
اچو تہ دشمنن جي راهہ تنگ ناهيون دوستو!

سڪل زمين تر سندي ڪي خون جي ڏئي بندي،
لطيف جي تہ پوڻءَ تي سبز جهنگُ ناهيون دوستو!

# دريا خان اڃان تون ڪاٿي آن

هن ديس جا دولهه دريا خان، اڃا تون ڪاٿي آن،
بيداد مرن هن ديس سنڌا انسان، اڃا تون ڪاٿي آن!

جا سڪ سلامت پيار امن جي ڌرتي هئي مشهور هئي،
تا روز ڪڙا ٿين نفرتن جا طوفان. اڃان تون ڪاٿي آن!

جنهن ڌرتي لئي تو جنگ جوٽي گهور ٿئين جنهن قوم مٿان،
ان قوم ڪيا هن پنهنجن جا نقصان، اڃان تون ڪاٿي آن!

لٺ ڌاريئي جي هٿ پنهنجن جا ٿو پاڻ تي وسندي خوب ڏسان،
ڪَنَ تنهنجي تي ڪا دانهن به پهتي ڪانهِ، اڃان تون ڪاٿي آن!

ڪو ڌاڙيلن جو روپ وٺي ڪو گهر جو ياتي حاڪم ٿي،
اڄ ماري ٿو ارغون مثل ارمان، اڃان تون ڪاٿي آن!

هن سنڌي قوم جو هڪ ٽولو آ قوم لئه اهڙو ساماڻو،
جڻ سنڌ ۾ آيا مغل وري ترخان، اڃان تون ڪاٿي آن!

ڪو اغوا ٿيو ڪو ماريو ويو جنهن پنگ ڏيڻ ڪان آ روڪيو،
پڙهه اخبارن ۾ روزانو اعلانِ، اڃان تون ڪاٿي آن!

هن حال تي اجرڪ ٽوپي سان گڏ موهن ڪان تي دانهن اچي،
تي عالمِ قوم جا پٽ پيا حيوان، اڃان تون ڪاٿي آن !

جي ڏاڏي بابي چاچي هٿ مهمان ڪري ترسايا ها،
تن تنهن ديس جا ڳوٺ ڪيا ميدان، اڃان تون ڪاٿي آن!

ڪي ڪڇي ۾ ڪي ڪراچي ۾ ڪي حيدرآباد جي بستي ۾،
گڏ سانگين لئہ هِن سير جا ٿيا سامان، اڃان تون ڪاٿي آن!

جنهن ڌرتي جي ڪنهن ڪنڊ پاسي تو غير ڪي ڪابہ نہ جاءِ ڏني،
سا سنڌ جي ڌرتي آهي بٺي، لبنان، اڃان تون ڪاٿي آن!

اڄ هوشو سان اڄ هيمون سان اڄ دودي بلاول سان ڪني،
او 'عاجز' هن گيت سندا عنوان، اڃان تون ڪا ٿي آن!

# ڌرتي ڌوڙي جي

جُڳ جُڳ جيئي شال ڌرتي ڌوڙي جي!
ڌرتي پيي خد دامن ورتي ڌوڙي جي!

ڏاريا آريا ءِ اڻ آريا ڏار ڪري،
پنهنجن سان آ ڌرتي پرتي ڌوڙي جي!

چال چينسر جوت جي چڪنا چُور ڪري،
ٻاگهل ٻيلهه وڙهي ٿبي سرتي ڌوڙي جي!

جيجل جا جنگ جوان ٻچا جرنيل ٿيو،
ڀائن لئه آ جاري پرتي ڌوڙي جي!

مست قلندر جي متوالن ڪان ٻه متي،
موج متي مهراڻ جان مستي ڌوڙي جي!

ڀاءُ سڀئي سان پيار ونڊيندڙ توري ڏس،
قرباني ڪا ناهي سستي ڌوڙي جي!

قادر قاضيءَ جي ڪردار مان سمجهو،
ڪُوڪ ڪٿي پنهوارن پهتي ڌوڙي جي!

## آزاديءَ جا ڳاڙها جهنڊا

ويس علاءُ الدين جا پائي ديس جي،
هوڏ ڪا هنڻي ناهي هستي دودي جي!

’عاجز‘ ڪر اعلان اِهي اغيارن ۾،
بي واهي ڪا ناهي بستي دودي جي!

# آ تہ ثنا ڪري ڏجي

اگرِ ڪو ڪربلا ڪري تہ ڪربلا ڳري ڏجي،
نہ چپ ڪجي نہ چون چران پو آ تہ آ ڪري ڏجي!

يزيد پنهنجي اقتدار جي حوس ۾ پيل هجي،
حسين تي حقيقتن جو حق ادا ڪري ڏجي!

محاذ عشق جي چڙهي نہ پوئتي نهارجي،
هي سر وڃي تہ سئو دفعا پو سر فدا ڪري ڏجي!

جي پير پٽر ۾ پائجي تہ خوف ۽ حراس ڇو،
جفا جي گام گام تي ڳسي وفا ڪري ڏجي!

نمازِ عشق ۾ ڪجي سدا خيال سرمدي،
اگر ڪا بزدلي ٿئي تہ پوءِ قضا ڪري ڏجي!

مقامِ تختِ دار تي هلاج تي هلڻ ڪپي،
۽ ڪلُ جنابِ شمس تي جسُو جدا ڪري ڏجي!

جي سچ ڪوڙ تورجي تہ تي بلال بيهجي،
اگر وجود پيڙجي تہ جي خدا ڪري ڏجي!

سڄي چمار قيد ۾ گذارجي جي ايم ٿي،
وجود جي وقار لاءِ هُو هَوا ڪري ڏجي!

ڪجي نہ ڪا منافقي مِلي زهر جي پل ٽڪي،
اي ’عاجز‘ اصول لاءِ آ تہ نا ڪري ڏجي!

# گهوڙا گهوڙا

منهنجي رت سان ريٽا ريٽا هٿ دشمنن جا گهوڙا گهوڙا،
ڪارا ڪارا نازڪ سارا انگ ننگن جا گهوڙا گهوڙا!

ڏرتيءَ ڄاوا ڏرتيءَ هوندي بي گهر بازارن ۾ بکيا،
اُنگ اگهاڙا ڦر ۽ ڌاڙا حال سندن جا گهوڙا گهوڙا!

موهن جي ورثي جا وارث دنيا کي تهذيب ڏيندڙ ،
پٽڪن پيا ٿا چوراهي تي لاشا تن جا گهوڙا گهوڙا !

ظلم جا ماريل منهنجا مارو ڪهڙا ڪهڙا ساٿ سهائن،
لاش ٻچن جا هڪڙي پاسي مال لُٽن جا گهوڙا گهوڙا!

پيار ڄا پاليل ڀاڳهل جهڙي پيڻ جا ڏوڏا ڀاءُ مري ويا،
ڪهڙا ڏل سان ماءُ سنواري لاشِ پٽن جا گهوڙا گهوڙا!

ڪنهن جي لڄ جي نازڪ عضون کي ساڙيو ويو سگريٽن سان،
اک ڇڻ انڌي ۽ ڪن ٻوڙا ڪامورن جا گهوڙا گهوڙا!

قيامت ڪبريٰ ، صغريٰ ڄاڃي ڪرب و بلا آه ڪراچي ؛
عرش تي پرواند پيا ڪن شعاع ٻمن جا گهوڙا گهوڙا!

ڏيهه ۾ هوندي چڙ پرڏيهه در در تا واجهائن ويٺا،
تاجي پيٽا وارث اصلي ويري وطن جا گهوڙا!

جن جو سامي، سچل جن جو، جن جو گهوٽ پنائي پنهنجو،
جن لئه ڪاڏا ڪوڙ بلاول ڏک مغلن جا گهوڙا!

او هڏ ڏوکي هيڏا هاڃا ڪنهن ڪان لڪ لڪوٽي ناهي،
کهڙا کهڙا 'عاجز' اورين حال ڏکن جا گهوڙا!

# لشڪرن ڪي مات ڏي

اِهي تون ڏار حوصلا جو لشڪرن ڪي مات ڏي،
۽ رهبرن جي راهه ساڻ رهزنن ڪي مات ڏي!

نہ هار جيت ڏي نهار راهه ۾ جهادَ لئہِ،
سپاهه سوزوائي ۾ سڪندرن ڪي مات ڏي!

حقوق حاصلات لئہ وهن درياهه خون جا،
رسي رسول جي وئي منافقن ڪي مات ڏي!

اصول ڪان هٽي وڃي لڙي وڃي جو راهه کان،
انهن جا ڪن نڪ ڪٽي اِتي انهن ڪي مات ڏي!

وجود جي وقار واسطي علم ايو ڪري،
نصاب ناهه ڪي يلا وڙهي برن ڪي مات ڏي!

سڀني آها صلاح ٿئي رڳو تون هم صلاح ٿي،
ڪکن پنن ڪي باهه ڏي، وڏن قڏن ڪي مات ڏي!

نوان نڪور لفظ جي رکڻ گهرين سماج ۾،
تہ ڪم وڏا يلا ڪري ننڍن ڪمن ڪي مات ڏي!

وڏيڪ ڪان وڏيڪ تر عظيم ڪان عظيم تر،
قدم وڌائي 'عاجزا' ڪا بزدلن کي مات ڏي!

# چار چپاٽون

ٻند جيئڻ جون سيئي واٽون - جيون آ يا قرٽيءَ لاٽون!

ماڻ تہ امن جو پوڄاري پر - رات اويلو گهر جي اندر،
نوڪي ويو ڪو چار چپاٽون!

ماس هڏن تي ناهي پوءِ پي - خون پئيڻ لئہ نوڳي لوپي،
روز هٽن تا جهارا جهاٽيون!

ٻند حويليءَ جا دروازا - پوءِ بہ دڙڪا تازا تازا،
ٻند ڪيو سڀ روشن لاٽون!

پنهنجا اجهڙا ايرا ايرا - قاٽل چولا گجرا گهگهرا،
پوءِ بہ اسان لئہ پوسٽ پاٽون!

مهميزن جا ماريل ماٿهو - ڪنڌ وانگر ڏاريل ماٿهو،
ڪنهن در دانهون ڪنهن وٽ قاٽون!

قير ڪنهن ۾ قاسي وياسين هڪ ٻئي جا دشمن ٿياسين،
قات پيا تا پنهنجا قاٽون!

تون ۽ مون ڪئي پاڻ تباهي ـ آن جون ڏين ٿيون يار گواهي،
پٽِ تي رت جون ڳاڙهيون ڇاٽون!

قومي غيرت يا ته مري وئي ـ سنڌ ۾ ڪهڙي باهه ٻري وئي،
ڪهڙا جمِلا جوڙيون ڪاٿيون!

توکان ڳالهه پڇان ٿو سائين ـ آخر ’عاجز‘ ڪيسين تائين،
سهبيون تنهنجون يار لپاٽون!

# ٻج جي ٻاري پوکي

تو جا ٻج جي ٻاري پوکي ـ سجڻ سنگيت ساري پوکي!

تنهن ٻج جي ٻاري ٻني آ ـ جنس ۾ ساڳي ساري ٻي آ،
ريس ٿي هر هڪ هاري پوکي ـ تو جا ٻج جي ٻاري پوکي!

تنهن جي هن ڪم ڪار تان صدقي ـ جُوٽ ۽ هر هٿيار تان صدقي،
پوک نہ تو ڪا ڏاري پوکي ـ تو جا ٻج جي ٻاري پوکي!

هر ۽ گهوبو ساٿي تنهن جو ـ ڪوڏر ڏاٽو ساٿي تنهن جو ،
ساٿي سائڻ پياري پوکي ـ تو جا ٻج جي ٻاري پوکي!

موج متيءَ مهراڻ جو پاڻي ـ پوکي خاطر تو ڪم آڻي ،
تار تري تو تاري پوکي ـ تو جا ٻج جي ٻاري پوکي!

پُون پلي ڪيٽُون ڪاهي ـ پتر پيچي ۽ پارا ناهي ،
پوک پٽائي واري پوکي ـ تو جا ٻج جي ٻاري پوکي!

’عاجزؔ‘ جي سرِ سان جا سائين ـ ڪڙهي پيارا قيامت تائين،
تنهن جي رهندي جاري پوکي ـ تو جا ٻج جي ٻاري پوکي!

# دريا خان هان ديش جو

ڪو جي چنگيز آهي تہ چا تي پيو
مان بہ دولهہ دريا خان هان ديش جو!
ڪو دلال سندو روپ ڌاري پلي
مان محافظ نگهبان ديش جو!

ڪارو قانون ڪوڙيون رٿون اٽڪلون،
منهنجي مرضي سواءِ چوٽ ڪُلُ چلوليون،
مان جو خادم حڪمران هان ديش جو!

درس اهڙو ئي دودي ۽ ڀائيءَ ڏنو
خاص پيغام سچل پٺائيءَ ڏنو،
مان بہ اهڙو انسان هان ديش جو!

مون کي هوُشو جي ڪردار تي ناز آ
کهاڙي جي هشيار تي ناز آ،
پنهنجي پر فني خان هان ديش جو!

ڪو يزيدي نہ مونسان ڪري معرڪو
مان حسيني سپاهي پڪو هان پڪو،
جو مان مومُن مسلمان هان ديش جو!

منهنجو 'عاجز' ارادو " آ ارڏو اٽل
مونِ ۾ مهراڻ جو پاڪ پاڻي پيل،
جو مان شاعر ثنا خان هان ديش جو!

# سنڌي زبان پٽر جي

وڃائي وينا هُون سڃاڻپ چو اسان پنهنجي،
زبان غير مان جو پيو شڪايت ٿو ٻڌان پنهنجي!

وڃائي چو چڏي تهذيب آهي ير اوهان پنهنجي،
ڪيون وينا اڪيون ٻوٽي تباهي تون ۽ مان پنهنجي!

سلامت پاڻ ڪان ناهي رهي افسوس جان پنهنجي،
اڏري ڪين پو ٻه چال اهل ديش اجان پنهنجي!

جو ماري ۽ ڪري اغوا ڦٽائي ننڍ نيٽن جي،
انهيءَ ڪي قوم کهڙي واسطي سان مان مڃان پنهنجي!

جو گوليون پيي هٽي ڳولي ٿو پنهنجي قوم واري ڪي،
ڏسو طاقت ڪيئن آزمائي ٿو نوجوان پنهجي!

وڏي افسوس ۽ ويچار سان اهلِ نظر آڏو،
ڳلا سمجهو ٿنا سمجهو حقيقت ٿو ڪيان پنهنجي!

اهي جي حالتون آهن ٿه کهڙيءَ طرح همدم،
وطن شل جڙي رهندي سدا سنڌي زبان پنهنجي!

سچل ڪي ۽ بلاول ڪي ۽ دريا خان دودي ڪي،
پٽائيءَ ڪي سموري دانهن ’عاجز‘ ٿو ڏيان پنهنجي!

# انقلاب جا ڪتاب

اڃا تہ انقلاب جا ڪتاب تي مَري وڃون،
نئين نسل جا نامور نصابَ تي مري وڃون!

سوال سامراج جي پڇي تہ پوءِ انهيءَ سندا،
جي ايم جي مثال هر جوابَ تي مري وڃون!

سوال جا جواب ڏيون سوال لئي زوال تي،
جهان مان وڃون تہ لا جوابَ تي مري وڃون!

نہ ڪوّ ڪڇون نہ ڪو پڇون نہ ڪوّ پڙهون نہ ڪو لڙون،
ائين نہ ٿئي خدا ڏکي خرابَ تي مري وڃون!

نہ سر ٿيون نہ خاص ٿيون نہ خان ٿيون نہ جامَ ٿيون،
شهيد سنڌ جا وڃي خطابَ تي مري وڃون!

نہ عام جا امام ٿيون نہ سر سندا سلام ٿيون،
ضميرَ جا امين بي حسابَ تي مري وڃون!

بشير ٿيون وجود جا نذير ٿيون اصول جا،
خمير تي زمين جا نوابَ تي مري وڃون!

سمهون تہ سوچ سان سمهون اُٿون تہ لوچ سان اُٿون،
ائين نہ ٿئي جو وقت لئي عذابَ ٿي مري وڃون!

وڏائي عزم حوصلا اي 'عاجز'! ننڍا وڏا،
اچو تہ قوم لاءِ ڪاميابَ ٿي مري وڃون!

# ويڙهيچن سان ويل ڪٿي ويا

ڏرتي جا ڏاڙيلَ ڪُٿي ويا ڌرتيءَ مانءِ
تَرَ مان تِرَ جا تيلَ ڪٿي ويا ڌرتيءَ مان!

وارث اصلي واڳ ورائي واهر ڪئي،
جابر جا ڪل جيلَ ڪٿي ويا ڌرتيءَ مان!

آزارن جا ماريل آخر آجا ٿيا،
تاحق وارا نيلَ ڪٿي ويا ڌرتيءَ مان!

بي اُلڪا ڪر سير سموري ڌرتيءَ جا،
خوني ڪوليون ڪيلَ ڪٿي ويا ڌرتيءَ مان!

ڪالو، ڪانيو، ڪرڙ، ڪنديري ڪي چٽجان،
ڦهري ڪندا سيلَ ڪٿي ويا ڌرتيءَ مان!

ٻهڪي ڪلهه ٻڪرارن ٻوليو اوَ پانها،
ويڙهيچن سان ويلَ ڪٿي ويا ڌرتي مان!

جانو، جاڙي، جمن پارا جاڳي پيا،
ڪوڙا ڪل جرنيلَ ڪٿي ويا ڌرتيءَ مان!

ٽوٽن وارا ٽولا ٽوٽا ٽوٽا ٿي،
’عاجز‘ آخر هيلَ ڪٿي ويا ڌرتيءَ مان!

# پڳ تي وڙهبو

منزل کان ڪجهه اڳتي وڙهبو،
دودو ٻنجي دڳَ تي وڙهبو،

موٽڻ مهٽو تانو آهي
جان جي هرهڪ رڳَ تي وڙهبو،

شاهه لطيف جي قوم اُٿي آ
پنهوارن جي پڳَ تي وڙهبو،

چور پروڪا ساڌ پلي تي
توکان نڪتل سڳَ تي وڙهبو،

عُمرَ اڄوڪا ٻڌ ڪن ڪولي
مارئي جي ڇڳ ڇڳَ تي وڙهبو،

ڌرتيءَ جا ڌاڙيل ٻڌي ڇڏ
ويڙهيچن جي وڳَ تي وڙهبو،

'عاجز' تي- مخدوم بلاول
جئندي وانگر جڳَ تي وڙهبو،

# ٿي وئي سنڌ تباھ

چاچا سمجهوتا اصلاح ـ هتڙي ٿي وئي سنڌ تباھ،
ٻاري ٻچڙن اهڙي ٻاھ ـ هتڙي ٿي وئي سنڌ تباھ!

ڪرسيءَ جو پوڄاري گڏجي ـ ديم اڏن ٿا گڏجي سڏجي،
سوڪ سڪي ٿيا انَ ۽ گاھ ـ هتڙي ٿي وئي سنڌ تباھ!

پاڻي پدلي واري واري ـ چال سموري هي آ ڌاري،
دانهين ٻانو ٿو درياھ ـ هتڙي ٿي وئي سنڌ تباھ!

نوٽ ڪمائي سنڌ ڪپائي ـ جهونجهارن جي جند ڪپائي،
هُو تہ هليا ويا هن همراھ ـ هتڙي ٿي وئي سنڌ تباھ!

پنهنجا هيرا هڙ مارائي ـ رهبر راهن تان هٽرائي،
رهزن ٿيا سي هڪاري راھ ـ هتڙي ٿي وئي سنڌ تباھ!

'عاجز' ڏرتني ويڻ ڪري ٿي ـ ڳوڙهن سان درياھ ڀري ٿي،
موٽ سگهو تون سچل شاھ ـ هتڙي ٿي وئي سنڌ تباھ!

## مانار مت ماري وجهئي

آچار جو ويچار ڪر مانار مت ماري وجهئي،
اقرار جو اظهار ڪر مانار مت ماري وجهئي!

اغيار جي للڪار آخر مار جي وسڪار آ،
هل احتجاج اختيار ڪر مانار مت ماري وجهئي!

ڌرتي ڏٽي هوشيار باغي ٻه تي بيزار تي،
هٿ هاڻ ئي هٿيار ڪر مانار مت ماري وجهئي!

هر هڪ چوڪ ۾ چوسول تي ڪر چوڪسي چورن سندي،
چالاڪ چوڪيدار تي مانار مت ماري وجهئي!

ڪڙڪو ڪري دڙڪو ڏئي ڪڙڪو ڪهاڙي جو ڪڍ،
وينجهو وڃي ڪو وار ڪر مانار مت ماري وجهئي!

هي بندرگاهون ۾ ملون پيٽرول جون پيٽيون پريل،
قبضي ۾ ڪاروبار ڪر - مانار مت ماري وجهئي!

هي چور هن چالاڪ هن ويڙهاڪ هن ويري وڏا،
واڪا اِهي هر وار ڪر مانار مت ماري وجهئي!

هي ياءُ وڏا ڏئي گهاوَ وڏا آيا ٻڌي پٽڪا وڏا،
تون ٿاهه کان انڪار ڪر ـ ماٺار مت ماري وڃهئي!

تون چؤ ادا اڄ کان صفا تون مان جدا حافظ خدا،
نقطا اهي نروار ڪر ـ ماٺار مت ماري وڃهئي!

هي تعصبي هي غاصبي هڏ ماس پي ويندئي پٽي،
پوشاڪ پهريدار ڪر - ماٺار مت ماري وڃهئي !

هر ڳالهه 'عاجز' جي ٻڌي او سنڌ ڌرتي جا ڌٽي،
ڌرتي اباڻي ڌار ڪر ـ ماٺار مت ماري وڃهئي!

# ڪُچان تہ

لکان تہ هن جو هنيانءُ ڊهي پئي_ ڪُچان تہ هن جي سنسي لهي پئي،
اي سنڌ تنهنجا مان حق وساري _ سمهان تہ قسمت سجي ڊهي پئي!

مقام منهنجو هي عام ازخود سجاڻي سڱهيو جي ناهي،
حقوق پنهنجا جي هٿ ڪيان تہ هن جي منهن تان لٿو لهي پئي!

اناج منهنجو باغ منهنجا زمين منهنجي ۽ درسگاهون،
هي ماڳ منهنجا هي ياڳ منهنجا پچان تہ هن جي ڪِڳَ وَهي پئي!

هي سنڌ منهنجي هي خير منهنجي يتائي سچل سنائي منهنجا،
غبار دل تي وڏي وجي تو جي لوڌ ڏاري هتي رَهي پئي!

تيار ڏاتا ڪري او هاري لوهار ڪان اڄ نوان نپائي،
محاذ تي من غدار واري قطار جو ڳاھ اڄ ڳهي پئي!

غدار لئي ڪڻ سڳهو ڳليلي ڳليل ان ۾ ضمير ڪي ڪر،
مٽي سندو مليل ڪاتي متان يري ۽ ٽنون ٺهي پئي!

سياڻي پاري ۾ پوندي 'عاجز' لسني بہ تيندي مکڻ بہ تيندو،
سواد سرڪاڻي تڏهن ايندو رڳو مَٽي ۾ منا مَهي پئي!

# اسان اوهان جي ساٿ هون

هلو يزيد سان لڙو - اسان اوهان جي ساٿ هون،
محاذ جنگ تي وڙهو - اسان اوهان جي ساٿ هون!

بلاول تي جي پيڙجو- اسان اوهان جي ساٿ هُون،
جي تخت دار تي چڙهو - اسان اوهان جي ساٿ هُون!

نغاوتون شهادتون عظيم تئي امانتون،
غيور تي اتي ڪڙهو - اسان اوهان جي ساٿ هون!

نمڪ حلال تي لڙو سنڌو جي موج تي سڏي،
سڏي ٿو ڏوڪري دڙو - اسان اوهان جي ساٿ هون!

زوال سنڌ جو ڏسي لطيف تو لڇي اُٿي،
سچا تي سچ لئہ سڙو - اسان اوهان جي ساٿ هون!

عظيم ٿيو شهيد ٿيو اسير ٿيو ضمير جا،
جُسو جنجر ۾ جڙو - اسان اوهان جي ساٿ هون!

جُوا ۾ منشيات ڪان - انا ۾ تخريبات ڪان،
امين قوم جا مُڙو - اسان اوهان جي ساٿ هون!

اشعار اِنقلاب جا اي 'عاجز' لکي بڌي،
اٿو سپئي وڙهو رڙهو - اسان اوهان جي ساٿ هون!

# سيّد جا سپاهي جاڳن ٿا

رهبر بہ اسان جو ساڳيو آ، منشور بہ اسان جو ساڳيو آ،
نعرو بہ اهو ئي جاري آ، دستور اسان جو ساڳيو آ!

سيد جا سپاهي جاڳن ٿا اوجهاڳ سمنڊ ۾ جهاڳن ٿا،
هٿ هوڏ اسان جي ڪانہ هئي، منصور اسان جو ساڳيو آ!

جي ـ ايم بہ جن جنگ جوانن جا منشور پڙهي منصور ٿيو آ،
اڄ تائين بہ نعرو هوشو جو، مشهور اسان جو ساڳيو آ!

توڻ اينئم بم تي ياڙ پلي موڻ لفظن جا هٿيار ڪنيان ،
ڏس ڪات ڪهاڙي ڪوڏر ۾، چنجور اسان جو ساڳيو آ!

مخدوم ڪي گهاٽي پيڙيو ويو مظلوم جو سينو چيريو ويو،
اڄ تائين اهائي ڪرب وبلا، بت چُور اسان جو ساڳيو آ!

صد سال مٿيا سيد نہ مٿيو، تحريڪ ۾ ڪا ترميم نہ ٿي ،
مضبوط ارادو سيني ۾ پرپور اسان جو ساڳيو آ !

سائين جي جنم جو ڏينهن جيئي، سنڌ سن جيئي، اهو شينهن جيئي،
'عاجز' بہ لکي ٿو لفظ اهي، مذڪور اسان جو ساڳو آ!

# قوم پرستي زنده باد

سنڌو ديش جو نعرو ۽ تحريڪ هلچل زنده باد!
بي با ڪي بي باڪ بهادر واري بلڪل زنده باد!
جي ايم سيد جو منشور ۽ ڏيئو ٻاريل زنده باد!
هوشوءَ جا الفاظ مرڻ جي وقت اچاريل زنده باد!
تنهن جي منهن جي جيجل ساڳي سنڌ جي ڌرتي زنده باد!
قوم پرستي زنده باد قوم پرستي زنده باد!

شاهه عنايت سچل سامي شاهه يتائي زنده باد!
جي ايم سيد، سائين حيدر شاهه سنائي زنده باد!
دولهه دريا خان ۽ دودو ٻاگهل ٻائي زنده باد!
سنڌ جي نياڻي سنڌ جي ڄائي هر هڪ مائي زنده باد!
هوش محمد شيديءَ جو هٺ هوڏ ۽ هستي زنده باد!
قوم پرستي زنده باد قوم پرستي زنده باد!

ڪات ڪهاڙي ڪوڏر ڏاتو چاڏي ماتي زنده باد!
سنڌ جو ڏؤنرو ڪير لسي ۽ ڏهي گهاٽي زنده باد!
آزادي جي آلاپن جي جهو جهو ماتي زنده باد!
سنڌ جي رسم پرائي واري ٿو يو پاٽي زنده باد!
آنو ٽڪو پئسو پائي ماسو رتي زنده باد!
قوم پرستي زنده باد، قوم پرستي زنده باد!
سنڌو جا ٻئي ڪچو توڙي پڪو پاسو زنده باد!

آزادي لئي ملندڙ مارون ڏکو داسو زنده باد!
هيمون واري هلچل خاطر هکل هاسو زنده باد!
مکلي ميهن محمود جو ملندڙ دم دلاسو زنده باد!
موتن جي مياٽي ۾ منصوري من مستي زنده باد!
قوم پرستي زنده باد قوم پرستي زنده باد!

موج متي مهراڻ جي مستي چوھ ۽ چولي زنده باد!
جيجل جي جهولي ۾ سکيل سنڌي بولي زنده باد!
سنڌ کر آزاد اچين مثل ماءُ جي لولي زنده باد!
هاري جي هٿ ۾ کا نياٽي پيند گليلي زنده باد!
پاٽي جي واري تي کٽندڙ هٿ جي بتي زنده باد!
قوم پرستي زنده باد قوم پرستي زنده باد!

سنڌ جا ميلا ملهون گويون ککڙن ميلون زنده باد!
آزادي جيءَ ارڏيلن سان پريل جيلون زنده باد!
رت ۽ اجرڪ جهڙيون سنڌي فلمون کيلون زنده باد!
انب ۽ ليمان بير سنڌي ۽ تر جا ڏيلهون زنده باد!
تر ۾ يٽ جي واري ٿامي جهڙي تتي زنده باد!
قوم پرستي زنده باد قوم پرستي زنده باد!

ساڳي رسم وهائن واري پير ۽ وٿي زنده باد!
تر ۾ پائي واري پاٽياري جي متي زنده باد!
هٿ ۾ هر هڪ بار کي پهرين سنڌي پٽي زنده باد!

ٻڪرارن جي هر هڪ ٻڪري ڪاري ڪتي زنده باد!
سنڌ سموري ٻهراڙي سادي سستي زنده باد!
قوم پرستي زنده باد، قوم پرستي زنده باد!

”عاجز“ سنڌوديش هر هڪ وادي وادي زنده باد!
مومل راڻو ڪاڪ مهل تي نر ۽ مادي زنده باد!
هر هڪ سنڌي قوم لئهِ قرباني جو عادي زنده باد!
حال يا مستقبل ۾ ملندڙ هر آزادي زنده باد!
وادي مهراڻ جي هي هڪ واهڻ وستي زنده باد!
قوم پرستي زنده باد، قوم پرستي زنده باد!
قوم پرستي زنده باد، قوم پرستي زنده باد!

# پنجاب ڪان پري رهو

سني اِها صلاح ٿوَ پنجاب ڪان پري رهو،
سموري سامراج جي عذاب ڪان پري رهو!

ڏسو تہ گهوٽڪي سنڌيون ٻنيون بہ تا ڪٽيون وڃن،
ڏسو ڪيئن اسان جي هر قرار کي لٽيون وڃن،
ڪڇون تہ ڪنهن نہ ڪنهن طرح اسانکي تا سٽيون وڃن،
رهون جي چپ تا ضمير منهن مٿو پٽيون وڃن،
تہ پوءِ چو اجان بہ انقلاب ڪان پري رهو!

جي احتجاج پيا ڪندو چا ڪندو،
اسن جو چوٽ هي اجا سجو سماج چا ڪندو،
اچي جي انقلاب ٿو تہ سامراج چا ڪندو،
طبيب خود مريض آ اهو علاج چا ڪندو،
خدا جي واسطي انهي دولاب ڪان پري رهو!

ٻلي الڳ ابا هجن ٻلي جدا ادا هجن،
ٻلي جدا جُهڳا هجن ٻلي جدا ڏنڏا هجن،
ٻلي جدا وڏا هجن ٻلي جدا ننڍا هجن،
جتي هجن خوش هجن جدا پڙ سڪيا هجن،
هنئير ننڍن وڏن جي هر حساب ڪان پري رهو!

وڏن جي موچڙن ننڍن جا حال هي ڪري ڇڏيا،
سهي سهي ننڍا بہ نيٺ موچڙا ڪٽي اٿيا،
بڪيو گڏڙ بہ شينهن سان لڙي پوي تو اِي ادا،
انهي ڪان آ اهو چڱو ننڍا جدا وڏا جدا،
وڏن سان گڏجي رهڻ جي ثواب ڪان پري رهو!

اوهان ڪيو عقوبتون اوهانکي سڀ مباح آ،
اسان ڪيون بغاوتون اهو وڏو گناهہ آ،
حتاڪ رسول هڪ حتاڪ آ الله آ،
وڏن تہ خود هٿن سان ئي ڪيو ننڍو تباهہ،
اجان جو وقت اچي خراب ڪان پري رهو!

## مخدوم بلاول موٽ وري

هر ٻار جي ٻولي ٻاتيءَ ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
هر جوان کي ڏڙڪن ڇاتيءَ ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
هر جهور جي جهوني جهاتيءَ ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
هر ڪونڌر جو ڪنڌ ڪاتيءَ ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ موٽ تہ تنهنجي اوٽ وري - ڪا چورن کي ڏيون چوٽ وري!

هر ماءُ جي خالي جهوليءَ ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
للڪار امڙ جي لوليءَ ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
ٻاگهل تي ٻاڏائي تي - مخدوم بلاول موٽ وري!
مهراڻ جي چوهي چوليءَ ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ موٽ تہ تنهنجي اوٽ وري - ڪا چورن کي ڏيون چوٽ وري!

هر جهانگي جهونگهاري جهر ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ ٿوڙهي ٿانڪ جي ٻير ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
ڏاڙيل گهري پيا هن گهر ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ ديد آ هر هڪ جي در ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ موٽ تہ تنهنجي اوٽ وري - ڪا چورن کي ڏيون چوٽ وري!

هر نياڻي چئي ٿي نياپن ۾ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
آزاديءَ جي آلاپن ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
هر چن چوي ٿي چاپن ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
منصور چون ميلاپن ۾ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ موت تہ تنهنجي اوٽ وري ـ ڪا چورن کي ڏيون چوٽ وري!

هر آزادي جي گيتن ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
۽ سنڌي سُر سنگيتن ۾ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
هن ديس جي رسمن ريتن ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
۽ جام شهادت پيئڻ ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ موت تہ تنهنجي اوٽ وري ـ ڪا چورن کي ڏيون چوٽ وري!

هر لکيڪ جي افسانن ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
شاعري جي غزل و گانن ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
تاريخ جي هر عنوانن ۾ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
ٺلٽي ۾ سن ۾ پائڻ ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ موت تہ تنهنجي اوٽ وري ـ ڪا چورن کي ڏيون چوٽ وري!

تفسيرن ۾ تحريرن ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
تحريڪن جي تفريرن ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
تقدير جي تدبيرن ۾ ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
مظلومن جي تصويرن ۾ـ مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ موت تہ تنهنجي اوٽ وري ـ ڪا چورن کي ڏيون چوٽ وري!

سامي ۽ سچل جي سازن ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
فنڪارن جي آوازن ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
هم ديش چٙون همرازن ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
۽ سنڌ جي واقعن تازن ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ موٽ تہ تنهنجي اوٽ وري - ڪا چورن کي ڏيون چوٽ وري!

’عاجز‘ جي اشارن آنهُن ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
هن ديشن جي دم دم دانهن ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
۽ قومي جنگ جي ڪاهُن ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
زنجير وڪوڙيل ٻانهن ۾ - مخدوم بلاول موٽ وري!
اڄ موٽ تہ تنهنجي اوٽ وري - ڪا چورن کي ڏيون چوٽ وري!

## جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت انساني قتلام ٿئي - جت قتل و غارت عام ٿئي،
جت تعصبن جي جنگ جام ٿئي - جت خون ٿڪي نيلام ٿئي،
ان بستي کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت شور شرارت عام هجي - جت هر ڪو بي آرام هجي،
جت ٻا عزت بدنام هجي - جت هر ڪنهن لئه ماتام هجي،
ان بستيءَ کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت سک سنڌو نا ساهُ ملي - جت هر ڪنهن ديم گهاءُ ملي،
جت ڀاءُ جو ويري ڀاءُ ملي - جت ويري هر ورتاءُ ملي؛
ان بستي کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت آڌرڀاءُ تي گولي سان - جت هاجان ٿئي هڪ ٻولي سان،
جت ساڙ امڙ جي لولي سان - جت ظلم سنڌو جي چولي سان؛
ان بستي کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت اُن صِفا اشراف ٿئي - جت ڏوهيءَ جي ڀُل معاف ٿئي،
جت اُونداهون انصاف ٿئي - جت قلب نه ڪوئي صاف ٿئي؛
ان بستي کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت مظلومن جو ماهه ٻري - جت ڪاٺ مثل ٻس ساهه ٻري،
جت جان تي لئي جولاهه ٻري - جت ٻمن جي ٿي ڀاهه ٻري ،
اِن بستي کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت تخت ۽ تاج تي ٺيڪو آ - جت ٻي جي حق تي ليڪو آ،
جت شر شرارت شيڪو آ - جت ڪيرين وارو ٺيڪو آ،
ان بستي کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت سچ چوڻ تي پابندي - جت شرم حيا نہ ڪا شرمندي،
جت ڪورٽ ڪونڌر قيد ڪندي جت ڪا بہ زبان نہ سچ چوندي
انِ بستي کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت مور نہ سچ جو داد ٿئي - داد نہ ڪو فرياد ٿئي،
جت ڪو بہ غريب نہ شاد ٿئي - جت نجت پيو برباد ٿئي،
ان بستي کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت اتفاق ۽ اتحاد نہ ٿئي - جت عاقل ڪو اولاد نہ ٿئي،
جت ڪو ٻي زنده باد بہ ٿئي - جت حاصل ڪا بہ مراد نہ ٿئي،
ان بستي کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت حق ڏيڻ تي حق تلفي - جت قرب ڪندڙ سان ڪم ظرفي،
جت شابس ٻيي پڻ ٻي شرفي - جت مار مصيبت هڪ طرفي،
ان بستي کان بيزاري آ - جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت هر سانگي سڪرات ۾ آ ـ جت هر ماڻهو فڪرات ۾ آ،
جت ويل وڏو هر وات ۾ آ ـ جت سُور لڪل سوغات ۾ آ،
ان بستي کان بيزاري آ ـ جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت ڪو به نه پيلو پُور جهلي ـ جت هر هڪ ساسي سور جهلي
جت گولي عورت جُهور جُهڪي ـ جت ڦٽڪا بار غيور جهلي،
ان بستي کان بيزاري آ ـ جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت ڪو به نه امن امان رهي ـ جت اوڳو تي انسان رهي،
جت ماڻهو تي حيوان رهي ـ جت ننگن جو نقصان رهي،
ان بستي کان بيزاري آ ـ جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت ديس تي هڪ جاگير رهي ـ جت مير وڏيرو پير رهي،
جت ڪير کان بند صغير رهي ـ جت هر هڪ اک تي نير رهي،
ان بستي کان بيزاري آ ـ جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت مذهب جي بس اوٽ ملي ـ ۽ گهايل گهايل گهوٽ ملي،
جت چاق بدن کي چوٽ ملي ـ جت غيرت بدلي نوٽ ملي،
ان بستي کان بيزاري آ ـ جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

جت آزاديءَ جي ڳالهه نه ٿئي ـ جت 'عاجز' ڪوخوشحال نه ٿئي،
جت مستُ مگن ڪو مال نه ٿئي ـ جت پاڻ پروڪو حال نه ٿئي،
ان بستي کان بيزاري آ ـ جنگ آزاديءَ جي جاري آ!

# آٽيون ڪا تبديلي ناهي

هر هڪ سٽ سريلي ناهي - آٽيون ڪا تبديلي ناهي!
وَرَ ۾ گهر جي بربادي ڪان - پوءِ رُلي ۾ باغي بنجي،
لڄ حيا جي لوئي لاهي - مرثيا تي شرميلي ناهي،
هر هڪ سٽ سُريلي ناهي - آٽيون ڪا تبديلي ناهي!

رات ڏنم مخدوم بلاول - پوتر پونءِ جي تحفظ خاطر،
پٽ ڏٽي سان گڏجي وينو - ٽولي تو گوريلي ناهي،
هر هڪ سٽ سُريلي ناهي - آٽيون ڪا تبديلي ناهي!

ٻُوسٽ ٻُوسٽ رات لڳي ٿي - پونءِ سڄي تي سڄُ اُڀاري،
سنگنين سان سينو ساهيون - تنظيمون ڪي ذيلي ناهي،
هر هڪ سٽ سُريلي ناهي - آٽيون ڪا تبديلي ناهي!

پٽ ڏٽي پيغام ڏنو آ - امن و استحڪام جي خاطر،
ننگي ننگر ۾ نڪري پئي جو، جوڙي ڪا جوشيلي ناهي،
هر هڪ سٽ سُريلي ناهي - آٽيون ڪا تبديلي ناهي!

’عاجز‘ جذبا جواني ماٽي - ڏينهن اَمنُ جا ڏيندا آٽي،
اوجاڳن جون ماريل اکڙيون، وجهنديون رات رسيلي ناهي،
هر هڪ سٽ سُريلي ناهي - آٽيون ڪا تبديلي ناهي!

# مان ارڏو پٽ بلاول جو

هت ڪانو ڪتا ڪُل ڪامورا، مان ڪنهن جي ڪنهن جي ڪاڻ ڪيان؟
مان ارڏو پُٽ بلاول جو مان ڪاڻ بہ ڇا جي ڪاڻ ڪيان!

هِتُ رُوپ وَٽي پنهنجائپ جا ۽ خيال ڪٽي ارغونن جا،
هت روز اُبوجهہ انسانن لئہ لک منصوبا هن خونن جا،
هت پاڻ مران پهنوارن لئہ خود پار بہ ويهي پاڻ ڪيان!

هت ڏاڍ سان آ رُخ موڙيو، وِيو تاريخن جي عنوانن جو،
هت دؤر اجان ڀي جاري آ مغلن جو ۽ ترخانن جو،
”مخدوم بلاول موتي آ“، مان ڳالهہ ڀلا ڪنهن ساڻ ڪيان!

ڇو گهري ننڊ ۾ پيو آهين تون قوم جا جوڌا جوان اُٿي،
اوهوشو، هيمو، ڪالاڻي، او دولهہ دريا خان اُٿي،
تون بيهہ تہ نيرڻ ڪوٽ منجهان، مان بارودن جي ڪاڻ ڪيان!

اڄ وِيري آيا واهر تي، ڪِئين ڀهروپي هن ڀيلن ۾،
ماريا تہ ڪڇي جا ڳوناٽا ڪا ڪوٽ نہ تي ڏاڙيلن ۾،
تون شاهد تي او پٽ ڏٽي! مان رت پريا پهراڻ ڪيان!

تون سارو رَتُ ۾ ريٽو آن، ڇو تو مان کو نہ تو خون ڳُٽي؟
يا ذرتي جا ڏاڙيل مَرن يا جَلندڙ مهينو جُونِ ڳُٽي،
مان تو مان کهڙن راڄ ڏٽين جا لاشا اڄ مهراڻ ڪيان!

# جنهن جي سياست ڦرڻي ناهي

تنهنجو منهنجو رهبر سائين ـ سنڌي سچو ليڊر سائين،
سنڌ سڄيءَ ۾ جنهن جو نعرو ـ ديش سموري جو دلوارو،
سوئي سائين جي ـ ايم سيّد، جيئي سدائين جي ـ ايم سيّد!

جنهن جي فڪر و فن سان ساٿي ـ وڙهجي ٿو دشمن سان ساٿي،
قوم سڄي کي ساهه کان پيارو ـ ديش سموري جو دلوارو،
سوئي سائين جي ـ ايم سيّد، جيئي سدائين جي ـ ايم سيّد!

جنهن جي شنيهن وارين ڇاتي ـ جنهن جو مطلب مور نه ذاتي،
هِن جو نعرو هوشوءَ وارو ـ ديش سموري جو دلوارو،
سوئي سائين جي ـ ايم سيّد، جيئي سدائين جي ـ ايم سيّد!

غيرت جي زندان جو قيدي ـ نه ٿيو شينهن ڪُراڙو گيدي ،
غير غلامي جو آ مارو ـ ديش سموري جو دلوارو،
سوئي سائين جي ـ ايم سيّد، جيئي سدائين جي ـ ايم سيّد!

جنهن جي همت ڪرڻي ناهي،جنهن جي سياست ڦرڻي ناهي ،
قولن جو مضبوط منارو ـ ديش سموري جو دلوارو،
سوئي سائين جي ـ ايم سيّد، جيئي سدائين جي ـ ايم سيّد!

قوم کي آهي ناز انهيءَ تي ـ شاهه سچل جو راز انهيءَ تي،
جنهن جيجل جو حق اجاريو ـ ڏيش سموري جو دلوارو،
سوئي سائين جي ـ ايم سيّد، جيئي سدائين جي ـ ايم سيّد!

سنڌڙي جو هي پاليل ٻچو ـ پنهجي جيجل سان تيو سچو،
خوُن جنهن جو ڪتو ڪارو ـ ديش سموري جو دلوارو،
سوئي سائين جي ـ ايم سيّد، جيئي سدائين جي ـ ايم سيّد!

واهه جو هي اڳواڻ مليو آ ـ سنڌين کي سرواڻ مليو آ،
راهه جڦي جو چيرو چارو ـ ديش سموري جو دلوارو،
سوئي سائين جي ـ ايم سيّد، جئي سدائين جي ـ ايم سيّد!

سنڌ رهي آزاد سدائين ـ سنڌين ۾ اتحاد سدائين،
عاجز اهڙن جذبن وارو ـ ديش سموري جو دلوارو،
سوئي سائين جي ـ ايم سيّد، جيئي سدائين جي ـ ايم سيّد!

# جُون جي تتل تائي جهڙو

تنهنجي همٿ تي آريسر کهڙا لفظ لکان،
تون ڪان جيڪر ماروئڙن جي محبت جا ڪي درس سکان!

تون ۾ سانگ آ سچل جهڙو تو ۾ خيال پنائي جهڙو،
تو ۾ عزم و فڪر و فن آ، بلڪل شاهه سنائي جهڙو،
تو ۾ دودي جهڙي دل آ، روح آ ڀاڳهل ڀائي جهڙو،
تنهنجي سيني ۾ ست آهي، جون جي تتل تائي جهڙو،
ثاني شاهه سنائي تون آ، تنهجو ثاني ڪو نه ڏسان،
تنهنجي همٿ تي آريسر کهڙا کهڙا لفظ لکان!

تنهنجو عبدالواحد آريسر نالو نشان بڻي،
جان عدوَ جي لرزش ۾ پئي دڙڪا ۽ دهمان بڻي،
سنڌڙي ٻي پڻ سينو ساهيو تنهنجو جوڌا جوان بڻي،
قوم ڪري تي سڏ تنهنجي تي آزادي اعلان بڻي،
تنهنجي ڏاهپ ڏات تي ڏاها، ڏات سڄي قربان ڪيان،
تنهنجي همٿ تي آريسر کهڙا کهڙا لفظ لکان!

عمر سڄي ۾ آزادي جي ڪاڪ ڏي منزل ڪاهي تو،
پاڻ ڪي تڪليفن ۾ آٿي قوم جي قسمت ناهي تو،
ماروئڙن لئہ قيد ڪٽيندي مور نه پٺي ساهي تو،
ڏاڍن جي ڏهڪاءُ ڏمر جي ڪوڙي ڪوٺي ڊاهي تو،
توکي قومي آزادي جي تحريڪن جو باب چوان!
تنهنجي همٿ تي آريسر کهڙا کهڙا لفظ لکان!

## بغاوتون شهادتون

امن جي آڙ ۾ اسان نہ حق وني نہ ٿا سگهون،
۽ ڪوڙ تي هي قوم ٻيي ڪري ڪٺني نہ ٿا سگهون،
انهيءَ جي واسطي پيون اسان کي ڪجهہ ضرورتون،
بغاوتون . بغاوتون - شهادتون شهادتون!

چئو ٿا حق پنهنجي وٺون - اچو وڙهي پنهنجي وٺون،
هلو سچل ۽ شاهہ کان صلاح ۽ روشني وٺون،
اسان جي جيت جيت آ انهن سنڌيون امامتون ،
بغاوتون بغاوتون - شهادتون شهادتون!

هو سرجي سانگ تي چڙهيا ۽ ماڳ ماڳ تي وڙهيا ،
نہ ڪسڪيا، نہ ڪرڪيا، نہ ڪي ٻيڳا، نہ ڪي مڙيا،
اسان جي سورمن ۾ ڪيتريون هِن صلاحيتون،
بغاوتون بغاوتون - شهادتون شهادتون!

هن سنڌ ماءُ جا جٽيا - سڄي جهان کي وڻيا،
اسان انهن جا ياءُ هون اسان ۾ آ اُها مٽيان ،
مان ناتا ڪيترا اُٽيا عظيم تن جون عظمتون،
بغاوتون بغاوتون - شهادتون شهادتون!



عظيم قوم جا ٻچا - نہ ڀيو ٻلو نہ ڀيو ڪو ٻچا؟
سُورِ صفا نتيا سنچا - جُداجهڳي جي دم مچا،
ميان ماءُ جي نہ چا - نہ هار هوش همتون،
بغاوتون بغاوتون - شهادتون شهادتون!

وڙهڻ جو وقت آ ادا نہ وهي وسيلو نہ ٿي،
ڍلو نہ سيلو نہ ٿي - ڏنل پلا ڳلو نہ ٿي،
ٻلي ٻنا هي غير تو ڪري ٻپا قيامتون،
بغاوتون بغاوتون - شهادتون شهادتون!

تون سڌ تہ سڀ هليا اچن - تا 'عاجز' رليا اچن،
ننڍا وڏا ڳڏيا اچن - ڪٻيون ڏندا ڪِلا اچن،
اچون اچون ڪندا اچن - اهي ٿي اڄ ڄون حالتون،
بغاوتون بغاوتون - شهادتون شهادتون!

# رسالو ۽ زبان پيي

اي سنڌ جا سلطان ۽ سردار پيٽائي ـ تو قوم کي لاريب سڌي راهه ٻڌائي،
تو سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب وڌائي ـ تو قوم جي جوڙڻ جي ڪئي راهه نمائي،
تو سنڌ جي تهذيب آ چوٽي پُڄائي ـ اغيار جي هر چال متيءَ منجهه ملائي!

تو پاڻ ڪئي وطن ساڻ وفائي ـ تو ديش جي دستار بچائي ٻڌائي،
تو ماءُ مني جي آسڄي تيج ملهائي ـ تي تنهن جي پيغام سان سورنهن ۾ سچائي،
هو جوان وري قوم لئه ڇا ڇا نه ڪري ويا ـ تاريخ جا سي باب شجاعت سان ڀري ويا!

تو خلق خداون کي بيتن ۾ سُڌاريو ـ تو شاهه ڀلي ديش سندي پٽ ۾ گذاريو،
تو رستو غلامي مان ٻَڇڻ جو آ ڏيکاريو ـ تو قوم سٽل کي سڄاڳي اٿاريو،
هي آهي سند ۽ سنڌ تي احسان پيٽائي ـ او سنڌ جي تاريخ جا عنوان پيٽائي!

اقبال ۽ غالب ٻه ٿيا تنهنجا سلامي ـ اردو جي اديبن ٻه ڏني آهي غلامي،
تو سنڌ جي ٻوليءَ کي ڏنو اوج گرامي ـ بيتن مان ملي ديش سان تو چاڻ مُدامي،
جيئي سنڌ جي تهذيب جا اڳواڻ پيٽائي ـ اي سنڌ جا سالار ۽ سرواڻ پيٽائي!

تو غير سان ڪاڙي آوڏي چوٽ پيٽائي ـ تون سنڌ جو اڙٻنگ آن اڻ موٽ پيٽائي،
ڪنهن پي نه وٺيا تنهن جي اڳيان نوٽ پيٽائي ـ قرآن سنڌي ۾ تو لکيو گهوٽ پيٽائي،
تون سنڌ جي علماءَ جو استاد پيٽائي ـ ٻولي تو ڪئي آهي زنده باد پيٽائي!

آ مارئي کي ملڪ جو پيغام ڏنو تو ـ جوش ۽ جذبات سندو جام ڏنو تو،
۽ حق جو پيغام سرعام ڏنو تو ـ پيغام اهو رات صبح شام ڏنو تو،
تو دل جي مٿل همت وغير کي جياريو ـ تو قوم سُتل کي آهڪل ساڻ اٿياريو!

هي سنڌ هلي پئي ٿي سڄڻ تنهنجي سهاري ـ الله ڪري سنڌي هتي سُکيو گذاري،
بس دل مان ڪڍو ساڙ ۽ ڪيني ڪي ٻهاري . سنڌي ٿي پيا سام تنهن جي سهاري،
تون تنهنجي عنايت جي 'عاجز' تي نظر ڪر ـ آباد سڄي سنڌ سندو شهر شهر ڪر!

# ڪنارا پٽ ڏٽي

سنڌ جا سردار سائين اي اُجها عبداللطيف،
حال هيٺا تون پسين تو پرجهلا عبداللطيف،
ظلم جا هي معاف تين ڪي مرحلا عبداللطيف،
تنهنجي رحمت جي ڪپي پئي تي سخا عبداللطيف،
حال هيٺن جي ئي ڪشتي جا ڪنارا پٽ ڏٽي،
سڌ ٻسان ڏي سڌ ساٻگين جا سهارا پٽ ڏٽي!

تو ڏسان اڄ ڏينهن تڪ انڌير ساڳيا سنڌ ۾،
دشمنن پختا ڪيا هِن پير ساڳيا سنڌ ۾،
اوج تي تن جا چڙهن تا وير ساڳيا سنڌ ۾،
آڻ هيمون هوشو جهڙا شير ساڳيا سنڌ ۾،
ڏي تون سنڌين ڪي فتح وارا اشارا پٽ ڏٽي!

جن ڪيا هن قيد مارو هي پيارا سنڌ جا،
جلد ميدان ۾ تون ڏسنڌين سر تن جي ڪنڌ جا،
ڪين تون ڏسنڌين نشان باغي جي هڪڙي سنڌ جا،
تيا اتي سرويچ هاٺي سنڌي اهڙي پنڌ جا،
تا مدد توڪان گهرون هر دم پلارا پٽ ڏٽي،
پيچرا پختا ڏسيو ۽ نيڪ چارا پٽ ڏٽي!

حال سنڌين تي سڀاڳها نيڻ نارا تا وهن،
ظلم جا مظلوم ماريل ڪين تا ڪنهن سان ڪُڇن،
ظلم تو تن سان ٿئي جي ڪجهه ڪٿي ڪنهن ڪان پُڇن،
حال هيڻا منهنجي مارن جا ڪِپا ڏاڍن ڏکن،
جي وري مجريا اهي ڏبرا ڏکارا پٽ ڏٺي،
دشمن ٿيا ڪنڌ لاهيندا هزار پٽ ڏٺي!

سنڌ پي مارن مٿن جي قيد پي مارو مَنا،
وقت هلندڙ تائين ڏکڙا ڪيترا ڏوتين ڏنا،
ڪيترا جا برسندا سانگين ستم آهن سنا،
مال وانگر ڪي ويڪن ۾ ڪي مثل ٻڪرا ڪنا،
حال تو معلوم سنڌين جائي سارا پٽ ڏٺي،
آب احمر تا وهائن نيڻ نارا پٽ ڏٺي!

تو ڪري هي عرض عاجز عرض پڌ ۽ داد ڪر،
اي لکي لالڻ تون سنڌين سان ڪيا امداد ڪر،
سنڌ ۽ سنڌين جي ويرين کي سدا برباد ڪر،
۽ قيامت تائين سنڌين سان سنڌ آباد ڪر،
منهنجا مقصد سڀ ٿين پورا پيارا پٽ ڏٺي،
اي خدا جا دادلا دلبر دلارا پٽ ڏٺي!

# اوريون کي احوال سچل

اڄ اوري آءٌ تہ توسان ڪريان ڏرڏن جي ڪا ڳالھہ سچل،
ماروئڙن جا پاڻ ۾ ويهي اوريون کي احوال سچل،
زوّر ظلم سان ٿي ويا ڏاڍا، ڏٻرا مارو مال سچل،
اکيون تن جون سائين هيٺا تن جا خال سچل،
لھہ ڪا سار سباجھن جي تون جلدي ڪر ڪو داد سچل،
ٿوبن ڪنهن جي درتي دانهون ڪنهن کي ڏيون فرياد سچل!

مسڪين کي مارن وينا ظالم هي زردار الاءِ،
ماروئڙن تي کھڙي ڪڙکي آهي ميصبت مار الاءِ،
تنهنجن منهنجن سانگيئڙن جي تي وئي آهي هار الاءِ،
ڏاڍي تن کي تنهنجون دعائن جي آ دِرڪار الاءِ،
سيگھہ منجھاران لھہ ڪا سائين سانگيئڙن جي سار سچل،
ٻاجھارن جا ٻڌندڙ پيڙا ترهي بنجي تار سچل!

ڪوهيارن کي قيد ڪنيندي گذريا صديون سال ميان،
تن جي قولن ۾ ڪا ڪمي آئي ڪانهي ڪال ميان،
مارو ملڪ ملير لئہ وڙهندا ويتر سال و سال ميان،
ٻني وٺيءَ لئہ وڙهندا تپندا رت ۾ رينا لال ميان،
قومي جذبي جاڳي پيو آ پيڙا تيندا پار سچل،
جوان ءِ پوڙها وڙهندا عاجز ننڍڙا وڏڙا پار سچل!

# پڪ سمجهو سنڌ جو چاڙهو نہ ٿيو

جيستائين بند هي ڏاڙو نہ ٿيو . پڪ سمجهو سنڌ جو چاڙهو نہ ٿيو،
سنڌ ڌرتي جنهن پٽائي کي ڄڻيو ـ مرتضيٰ سنائي کي ڄڻيو،
ان جيجل جي بري حالت ڏسي ـ قوم لئہ قرب و بلا قيامت ڏسي،
رت ڪنهن جو جوش ۾ ڳاڙهو نہ ٿيو . پڪ سمجهو سنڌ جو چاڙهو نہ ٿيو!

جي اڃا قرمار ۽ ڌاڙا رهيا ـ لوفرائي راهہ ڏي لاڙا رهيا،
خون، اغوا ۽ اڃا گولي هلي ـ رت ريٽي جي اها هولي هلي،
پاپ ڪان پالهو اڃا پاڙو نہ ٿيو ـ پڪ سمجهو سنڌ جو چاڙهو نہ ٿيو!

روز ٿئي ٿو مال ۽ زر جو خاتمو ـ جان عزت گهر جو خاتمو،
قوم سان ٿو قوم جو ڪانيو وڙهي ـ هي ڏسي ڪئي دانهن مؤمن جي دڙي،
جي لطيفي لات ڏي لاڙو نہ ٿيو ـ پڪ سمجهو سنڌ جو چاڙهو نہ ٿيو!

پاءُ کي ٿو پاءُ ماري يا ڪٽي ـ يا گهري ٿو پُنگ يا گولي هٽي،
ريت اهڙي جي اڃا جاري رهي ـ قوم لئہ هر رات هينئن ڪاري رهي،
جي تنواري تند ڪو تاڙو نہ ٿيو ـ پڪ سمجهو سنڌ جو چاڙهو نہ ٿيو!

قومي شاعر فرض ٿو پورو ڪري ـ هي بہ 'عاجز' فرض ٿو پورو ڪري،
وات ڪهڙي آ قڌي ڪهڙي سڌي ـ هيڏي ساري نصيحت کي ٻڌي،
جي اڃا پي جوان هيءَ چاڙهو نہ ٿيو ـ پڪ سمجهو سنڌ جو چاڙهو نہ ٿيو!

## تہ مرڪي هوشوءَ جو ڪردار

پاڻيءَ جي ڪا ليڪ نہ آهي آ پٽر جي هيءَ ليڪ،
آزاديءَ جي سيد جيڪا شروع ڪئي تحريڪ ،
ڪوڪ ڪُني پنهوارن پهتي وڙهندا وير وڏيڪ ،
تنهنجي منهنجي منزل ساٿي اچي وئي نزديڪ ،
عدم تشدد وارو جملو ڪڏي ڪٿو هتيار،
تہ ڀهڪي سيد جي مزار تہ مرڪي هوشو جو ڪردار!

سچ جي خاطر گهاٽي پيڙيو مرڪيو تہ بہ مخدوم،
قوم بلاول جي ڪيئن رهندي مجبور ۽ محڪوم،
سوچ سگهو نہ تہ هڙئي حرامي ڪندا ويندا محروم،
هاڻي نہ ڪوئي ظالم رهندو يا ڪوئي مظلوم ،
ڪانياڻيءَ جي هڪ ڪڙي سان جهوري وجهہ هي جهار،
تہ ڀهڪي سيد جي مزار تہ مرڪي هوشو جو ڪردار!

تحريڪن ۾ سال لڳن ٿا سال ڪٽي ويندا،
هيٺا هيٺا ٿيندا حال ڪٽي ويندا،
لال لهوءَ ۾ لال لڪين رومال ڪٽي ويندا،
صدين ڪان جي سوال ڪرين تو سوال ڪٽي ويندا،
پلا پاڪر پيندڙ ڪٽي تون مار هڙئي مردار،
تہ ڀهڪي سيد جي مزار تہ مرڪي هوشو جو ڪردار!

مفاهمت جي لفظن ماري نيت ڪيا نقصان ،
مزاحمت جي مهميرن ٿي ملهايو ميدان ،
مار تنهن جو مان متاثهون مري پيئين تہ مهان،
بزدل بازي هاري ويندا ڪنيندا دريا خان ،
جيجل جو جن ڪير ملهائي نانگا تي نروار،
تہ ٻهڪي سيد جي مزار تہ مرڪي هوشو جو ڪردار!

تنهنجي مال تي مارا ماڙهو تي ويا مالا مال،
پوءِ بہ تنهنجو گهر ڏٽيءَ مان ڪونہ ڏسان ٿو حال ،
جوت چنيسر واري چڪنا چور ڪري هر حال،
گهر در پنهنجا گهٽ سنڀالي ويهي رهہ هر سال،
ڪات ڪهاڙي ڪوڏر ڏانو چائو چوڪيدار ،
تہ ٻهڪي سيد جي مزار تہ مرڪي هوشو جو ڪردار!

ٻوڏيلا هي ديہ سمورا ڏاهي ڇڏ سارا ،
ڏورا نارا اٿلي پوندا پنهنجا سڀ نارا،
جيئي سنڌ سدائين جيئي مار اهي نعرا،
سازيون ڪٽڪ ۾ لوسڻ وارا جهومن جيئن ٻارا،
ٻني ٻني تي ٻار اُپائي اَن جا ڪيچ ڪرار ،
تہ ٻهڪي سيد جي مزار تہ مرڪي هوشو جو ڪردار!

ناظم، منستر، آصف ڄڄو، اتحاد به گڏ تِوسان،
سرڪش ۽ مدهوش ۽ منشي، شاد به گڏ توسان،
تاج، مجيدي، خاڪي، دادن، داد به گڏ توسان،
سائل ۽ سرويچ، عادل، آزاد به گڏ توسان،
تون به چئو آزاديءَ جو نعرو هڻ نروار،
ته ڀِٽڪي سيد جي مزار، تہ مرڪي هوشو جو ڪردار!

’عاجز‘ ، راشد ، آرپيسر، اُستاد به گڏ توسان،
تاجل ۽ شمشير ، اياز، امداد به گڏ توسان ،
سچل، سامي، شاهه، سندا ارشاد به گڏ توسان،
فڪر، سيد، سنڌڙي زنده آباد به گڏ توسان،
آزاديءَ جا ڳاڙها جهنڊا جهولائي هل يار ،
ته ڀِٽڪي سيد جي مزار، تہ مرڪي هوشو جو ڪردار!

# ننڍڙڪا نماڻا

اَجا جي رهيا ذهن پنهنجا پراڻا،
ڏٻا دشمنن کي جي هٿ دوستاڻا،
تہ پوءِ تاڪ تيندا سيئي تنهنجا ٽاٽا،
تہ پوءِ تهنجا حق چُٽا مالڪاڻا،
اجا جي رهياسين اڻبوجهہ اياڻا،
تہ گهر گهات تيندا ننڍڙڪا نماڻا!

سجاڳيءَ جو آ دؤر اڪ ڪول ساٿي،
اڪر آجپي جا ٻہ ٽي ٻول ساٿي،
اٿي ڏيهہ مان ڪڍ ڏچا ڏول ساٿي،
ڳلو زندگيءَ جو سگهو ڳول ساٿي،
رهيا تنهنجا راڄن اهڙا اياڻا،
سچا سيبتا ءِ سگهارا سياڻا!

همت ساڻ ڪر ڪا حقن جي حفاظت،
هي ورثا وسائل اباڻي امانت،
رهي سنڌ آ صدين کان سلامت،
پڇاڙي ۾ موڳا ڪٽي مت ملامت،
مڏيون مال محفوظ رک مائٽاڻا،
متان ائين وڃائين دليريءَ جا داڻا!
تہ پوءِ تاڪ تيندا سيئي تنهنجا ٽاٽا

سڄي سنڌ ڌرتي جي ڪيني ڪمائي،
سڄا سامراجي ويا ڪوڙ ڪائي،
وڏئون ماري ڪيئن ماروي سنڌ جائي،
اڃان تو چوين تون تہ تيندي چڱائي،
لهو لال ڪيئي تيا راڄ راڻا،
ڪمينن سندا ڪم ڪئي ڪافراڻا!

اتئي چاپلوسي هي رهزن رواجي،
سڄا ڪونہ تيندا ستور سامراجي،
سَنا قوم سيد تجي صدما سماجي،
قدم ڪو اتي ڪڻ ادا احتجاجي،
انهن ڪيءِ چڱي ريت تو مان سڄاڻا،
انهن جي جيڪي تمنا ڏنئي لاڙڪاڻا!

چڱو تئي مڪارن جي چڏ دوستي،
چڏي عارضي ڏي خوشامد خوشي،
ڏنا زهر تئي جن سڄي زندگي،
ملن مت ميارون ڪي جيجل مني،
بچا تنهن ڌرتي تڪي تي وڪاڻا،
متان سنڌ عاجز ڪري پو پڇاڻا!

# هي جهار نہ جهرڪي رهڻي آ

ڪجهہ پادر پاڻي ڪرڻو آ،
پاڻيءَ لئي پاڻي ڪرڻو آ،
ٿم پوٽ ٻلي جو پيڄڻو آ،
اعلان اهوئي ڪرڻو آ،
يا غمر آهي يا پرڻو آ،
يا مارڻو آ يا مرڻو آ!

پالش ڪٿي آ پادر لئہ
هن ڏؤر جي نادر لئہ،
مڪارن هن دل ڪارن لئہ،
غدارن لئي اهيارن لئہ،
جي ڏيمن جي تا لاف هڻن،
تا ڄياڙي سنڌ خلاف هڻن!

اڄ ڪاهہ اٿي تنهن ويري تي،
پنجاب جي ڊنگ وڏيري تي،
خاموش رهين هر پيري تي
ڪن هاڻ گليلي گيري تي،
هي جهار نہ جهرڪي رهڻي آ،
پر ڪوشش توکي ڪرڻي آ!

اڄ ڪٽڪ ۽ ساريون سار اٿي،
نہ تہ ڪائي وينديءِ جهار اٿي،
ائين مفت نہ ڪا تون مار اٿي،
ڪر هٿ پنهنجا هٿيار اٿي؛
هي انب ۽ ڪيلا تنهنجا هن،
هي گهٽا پيلا تنهنجا هن!

هي سولي ناهي سار ادا،
ڪڄ ڏيان ۾ اندر ڏار ادا،
جي آيءَ سر تي بار ادا،
اٿي سنڌ جي سينڌ سنوار ادا،
اڄ سنڌ جي وڪري بازي آ،
اڌ زاڄ رنل اڌ راضي آ!

او پاريچا او لاڙيچا،
او اترادي او ڪڇي چا،
او ٿر جا ٿري ماڙيچا ،
او ڪاڇيو ماٺون ڪاڇي چا،
اڄ سينو تاڻي نڪري پئو،
سر سانگ تي آڻي نڪري پئو!

حالات سڄاڻي نڪري پئو،
سر سنڌ سان پائي نڪري پئو،
هاڻي جو هاڻي نڪري پئو،
ميدان ڪيٰ ماڻي نڪري پئو،
نقصان نفعي کي ٿور ڪٽي،
پو پيدا ڪر ڪو شور ڪٽي!

تقدير سنواري وچ پنهنجي،
۽ ٻيڙي تاري وچ پنهنجي،
هر چال سڌاري وچ پنهنجي،
جند جان جياري وچ پنهنجي،
جي ڏيهم مخالف ٿاهي ويا،
جڻ قوم جو ڪم ئي لاهي ويا!

عاجز، بہ اياڻو ڇو ٿيندو،
هر تاڪ تي تاڻو ڇو ٿيندو،
هر گهاٽ تي گهاٽو ڇو ٿيندو،
هي شعر پراڻو ڇو ٿيندو،
هر ڳالهہ تو سمجهي سرگاٽي،
درياہ ۾ وهندو ڦل پاٽي!

# پَنُو ھي سامراج جا

امير مير پير سڀ ننڍا وڏا وزير سڀ،
اهي وڪيل ضمير سڀ - اِهي ڪتل ضمير سڀ،
پنو هي سامراج جا _ ۽ پاليل پنجاب جا،
چون ٿا ڊيم ٺاهبو _ اسان چئون ٿا ڊاهبو!

اگر عزم اٽل هجي _ نندو وڏو ٻڌل هجي،
پوءِ ڊيم ڪو ٽل هجي _ چو نہ سنڌ لڪيل هجي،
جبر سان سينو ساهبو _ سرن جا سانگ لاهبو،
چون ٿا ڊيم ٺاهبو _ اسان چئون ٿا ڊاهبو!

پني جا گل گلاب جا _ سپاهي سامراج جا،
اسان مٿل عذاب جا _ وڏي اسي پنجاب جا،
جڏهن قهر ڏي ڪاهبو _ سرن جو سانگ لاهبو،
چون ٿا ڊيم ٺاهبو _ اسان چئون ٿا ڊاهبو!

اگر ڏکيو ٿا جنگ ڏي _ تڪيو ٿا منهنجي منهن ڏي،
ڏسي جهنڊي جي رنگ ڏي _ پلي پوءِ هيڏي تنگ ڏي،
سنڌوءَ ۾ خون واهبو _ سرن جو سانگ لاهبو،
چون ٿا ڊيم ٺاهبو _ اسان چئون ٿا ڊاهبو!

## سنڌ ۾ ڏاريا نامنظور

اپريو جي - ايم جو منشور - پيهر ميجريا هِن منصور،
ديش ناهيو آ دستور - سنڌ ۾ ڏاريا نا منظور،
ڏاري آبادي جي ڏپ - لاٿو تن من ۾ آ تپُ ،
ٻيٽ ٿنهنجو ڪيڏو نور - سنڌ ۾ ڏاريا نامنظور !

ڪپ هٽي جو ويهي ويو آن - پهه پڇاٽي ڀيهي ويو آن،
ٻي ڏيها تي ڏيهي ويو آن - لوڙ فتن تي ٿهي ويو آن ،
پٽبئي پاڙون پور - سنڌ ۾ ڏاريا نا منظور !

نڪري وڃ پر هٿين خالي - مال مڏيو سڀ منهنجي مالي،
هتڙي ٻٽجي آئين سوالي - ٿي چڻ ويني وارث والي،
نڪتين نسواري ناسور - سنڌ ۾ ڏاريا نا منظور !

منهنجي ڌرتي منهنجا ڍنگ - تڙيا تو ته ڪيا تنگ،
ڏاريا توسان جاري جنگ - تنهنجي رت جا ڀيٽا رنگ،
تيندا ملڪن ۾ مشهور - سنڌ ۾ ڏاريا نا منظور!

گوريلن جي گولي سامهون - پلوانن جي ٽولي سامهون،
بارودن جي جهولي سامهون - جرنيلن جي ٽولي سامهون ،
پاڙيا پرندا هن پرپور - سنڌ ۾ ڏاريا نا منظور!

’عاجز‘ اٿندا ارڏا هاٺي ـ سنگينن سان سينا تاڻي،
منزل جسقم جسمر ماٺي ـ ڏاها چاڻ انهي کي جاٺي،
گهاتو ڪندا آهن گهور سنڌ ۾ ڏاريا نا منظور!

# گواهي سنڌ جي

ديش جا غدار تون کو ڏيان ڌارين کو نہ ٿو،
چال پنهنجي کي اڃان پيي تون سڌارين کو نہ ٿو،
ڌاري آبادي کي ڌرتي تان ڌڪارين کو نہ ٿو،
ديش خاطر خون جو قطرو بہ هارين کو نہ ٿو،
لالچي اِولالچي غدار سنڌو ديش جا !

ٺيڪ تنهنجي سان اچي ٿي لوڌ ڌاري سنڌ ۾،
ڪي ٿيي افغاني پنجابي ۽ بيهاري سنڌ ۾،
غير جو قبضو وجي ٿيندو ٿو ساري سنڌ ۾،
ڌاريي ٿوڪيي وئي وٺي آبادڪاري سنڌ ۾،
تنهن لاءِ بي غيرڪي آباد آٽيي ٿي ڪري،
حيف تنهنجي حال تي هي سنڌ هاٽيي ٿي ڪري!

ڌاري آبادي تہ آندي آ تباهي سنڌ جي ،
هي هتي چاهن ڪرڻ تا بادشاهي سنڌ جي،
قوم ماري ٿي وڃي هي بي گناهي سنڌ جي ،
لالچي ڪهڙي پوءِ ڏيندين تون گواهي سنڌ جي ،
پئسن خاطر تو وڃائين خير خواهي سنڌ جي ،
ڪنڌ تنهنجي ۾ نهي ٿي فٺ ڦاهي سنڌ جي !

قومِ ساري جو تہ جسڪڙ ۽ آ جسمَ ڪِي سلامُ،
ٿي ڪري هي قوم آريسر شفيع جو احترامُ،
جي تڙي ڏاريا سڏائين سنڌ جيجل جا غلامُ،
ڪارناما هي ڏسي تن جا لکيو ’عاجز‘ ڪلامُ،
ڏاري آبادي تڙي آجو ڪندا هِن سنڌ کي،
سن ۾ بيهي تڙي اوچو ڪندا هي ڪنڌ کي!

# ڏاريا توسان آهي جنگ

هوشو چئي تو همت ڏار ـ ڏولهه چئي تو غيرت ڏار،
سنڌي ماڻهو تي بيدار ـ ڌرتي جا ڪن ڏاريا مار،
وقت جي چارڻ چوريو چنگ ـ ڏاريا توسان آهي جنگ!

نڪري وڃ پناڻ پنجابي ـ تيندي نہ تہ پو خون خرابي،
گوريلن جي جنگ جوابي ـ ڌرتي تيندين رنگ گلابي،
ريٽا تيندا سارا رنگ ـ ڏاريا توسان آهي جنگ!

گوڏر غوقا او نسواري ـ نڪرڻ جي ڪر ترت تياري،
ڇاجي محبت ڇاجي ياري ـ تومان ڏپ اچي ٿي ڏاري،
ڪٽبو تنهنجو ڪنڌ ۽ ٽنگ ـ ڏاريا توسان آهي جنگ!

لوڏ ڏسي هي ڏارين واري ـ باهہ بغاوت جي مون ٻاري،
سوچ نہ هلندي ڪا سرڪاري ـ تيندي قوم سنڌي سوياري،
دنگي ونبا پنهنجا دنگ ـ ڏاريا توسان آهي جنگ!

جسقم جسمر جانيون گهوري ـ وڙهندا ڪچي ڪاچي ڊوري،
ڏارين جا ڪل ياندا پوري ـ سوريءَ ڏي سڀ سرڙا گهوري،
اٿندا 'عاجز' ڪل اڙٻنگ ـ ڏاريا توسان آهي جنگ!

# عَلم بقا جو ڪوڙبو

سنڌوءَ تي ڏينم ڪوئي پيي اگر ڪنهن جوڙيو،
انهيءَ کي نيٺ ٽوڙبو _ علم بقا جو ڪوڙبو،
علم بقا جو ڪوڙبو _ سنڌوديش جوڙبو!

هي قوم جو آ فيصلو _ پلي وڏي پوءِ معاملو،
اسان کي ٽل نہ ٿو ڪپي _ سنڌو سنڪل نہ ٿو ڪپي،
ٻنڌن جو حل نہ ٿو ڪپي _ خِطو ڪتل نہ ٿو ڪپي،
سڄي ڄمار لوڙبو _ علم بقا جو ڪوڙبو!

او تعصبي او دشمنو _ سنڌين جا چو تا چنو،
سفر گذر جي لئي پنو _ وڃي پو ڪم ڪيو ڪنو،
اسان سان پائيي چڙيو _ ڏکن سکن ۾ نہ سڏيو،
ٽني تہ رشتو ٽوڙبو _ علم بقا جو ڪوڙبو!

اِسان جي هر ضمير ۽ ڪبير جو آ فيصلو،
اسان جي خاص خلق ۽ خمير جو آ فيصلو،
هي سنڌ جي تہ غيرتي غيور جو آ فيصلو،
هي قوم جو فيصلو ضمير جو آ فيصلو،

عقوبتون سهي سهي نہ تا سگهون ڪني رهي،
سرن تان ماس روڙبو - علم بقا جو ڪوڙبو!

# تيستائين جاري رهندي ڏاري آباديءَ سان جنگ

جيسيتائين اجرا پالها آجا تيندا پنهنجا ڏنگ،
تيستائين جاري رهندي ڏاري آباديءَ سان جنگ!

غيرت مند غيور نہ ڪوئي ڪونہ ڪندو برداش،
باقي لوپي ٿاڳي چوندا غيرن کي شاباش،
جيستائين غدارن جي اتڪيل هوندي تنگ،
تيستائين جاري رهندي ڏاري آباديءَ سان جنگ!

شايد ثاني نادر جهڙا جڳ ۾ جاڳيا هن،
ليڪن ثاني هوشو جهڙا جوان بہ ساڳيا هن،
مُرسون مرسون سنڌ نہ ڏيسون اهڙا هن اڙٻنگ،
تيستائين جاري رهندي ڏاري آباديءَ سان جنگ!

غير تا سمجهن شايد سنڌ گدڙن ڪاڏي[1] آ،
پالا تنهنجي پل وڏي هي وائي بادي آ،
طوفانن سان چا تون ترنڏين ڏرتي تيندي ريٿو رنگ،
تيستائين جاري رهندي ڏاري آباديءَ سان جنگ!

التيميتم منهنجو تولاءِ پاٺهين وڃ نڪري،
نہ تہ پوءِ شينهن آڏو پنهنجي ڏاڙ نہ هٿ ٻڪري،
ٽڪڙي ٽڪڙي تنهنجي خاطر تيندي ڌرتي تنگ،
تيستائين جاري رهندي ڏاري آباديءَ سان جنگ!

’عاجز‘ ارڏا سرڏا سيئي ساٿ ڏي هلندا،
پوءِ ڏسون ٿا هي ڌاريا ڪهڙي ڌرتي تي پلندا،
سنڌڙي صاف سهاني ٿيندي ساوا ٿيندا رنگ،
ٿيستائين جاري رهندي ڌاري آباديءَ سان جنگ!

# يا ڪفن يا وطن

لفظ سورهيہ سندا گونجندا تا رهن،
سي پڙاڏي مثل تا ڪنن ۾ پرن،
ديس مظلوم جا ماڻهون چا تا گهرن ؛
ڪنڌ منصور جا وار ڏي تا سرن،
موت يا زندگي يا ڪفن يا وطن،
ديش توساڻ منهنجو هي آهي وچن!

جر تحريڪ ڌرتي جي خاطر ٿيي،
ڳالهہ سورهيہ ۽ سيد جي آهي سهي،
غير ڪي تون تڙي پئو امن سان رهي،
هي جواني اتي رَيتِ ويندي وهي،
تن جي نعرن ڪانڻ ڪيئي تتون تا نهن،
موت يا زندگي يا ڪفن يا وطن،
ديس توساڻ منهنجو هي آهي وچن!

قيد جيل ڪوڙا هي ڦاهيون ۽ گهاٽا ڏسي،
ڪين مڙيا اڪين ساڻ راٽا ڏسي،
سنڌ سيد سمورا ماٽا ڏسي،
۽ هنن ۾ دليري جا داٽا ڏسي،
سر بچائڻ بهانا بٽائي نہ چڏ،
موت يا زندگي يا ڪفن يا وطن!
ديس توساڻ منهنجو هي آهي وچن!

تون انهي قوم جوئي تہ اولاد آن،
سنڌ ڌرتي جو وارث تون فولاد آن،
تون بہ اهڙن ارادن جي ايجاد آن،
تون سچن سورمن جو تہ بنياد آن،
پو تہ ڪردار 'عاجز' اهي ئي ڪچن،
موت يا زندگي يا ڪفن يا وطن !
ديس تو ساڻ منهنجو هي آهي وچن!

# هي جوءِ بچايو

هي جوءِ بچايو ۽ بچا جان بچايو،
سرويچ تي هن سنڌ سندو ساهہ بچايو،
سامي کي بچايو ۽ سچل شاهہ بچايو،
دودا تي سنڌو ديش جو درياءَ بچايو،
جو سنڌ سڪائي ته اهو سرُ نہ بچايو،
ڌارئي جو سنڌ ديش ۾ هڪ گهر نہ بچايو!

ڌرتي جي مٺي مادري ٻولي کي بچايو،
لجپال مٺي ماءَ جي جهولي کي بچايو،
چڪتاڻ مان مهراڻ جي چولي کي بچايو،
لِلاهہ اچ لطيف جي لولي کي بچايو،
اتحاد ۽ اتفاق سان تحريڪ هلايو،
دودا تي سنڌوديس جو درياءُ بچايو!

مهراڻ ۾ مستي نہ اها آهي پراڻي،
واري آ رڳو واري، ڦري ڪير ويو پاڻي،
هي ڳالهہ اياڻا تون نہ تو ڌيان تي آڻي،
درياءُ آ مهراڻ اباڻن جي اباڻي،
مهراڻ جا وارث ڪا اٿي باهہ مچايو!

# اسان جو سامراج سان تضاد آ

حقيقتون حَقِي ڏسو ته ڪنهن ڪيو فساد آ،
نه جنگ آ نه جاڙ آ جي آ ته اختلاف آ،
انهيءَ تي سامراج ٿيو ته سنڌ جي خلاف آ،
اسان ٿا سنڌ لئه مرون اسان جو هي بنياد آ!

اوهان ٿا سنڌ کي ڪسيو اوهان جو هت مفاد آ،
جي جنگ آ ته جنگ آ جي ناهه آ ته ناهه آ،
اسان جي سنڌ آ سڄي اسانجو ئي درياهه آ،
انهيءَ چوڻ ۾ دوستو ته ڇا گناهه آ !

تڏهن ته احتجاج جي اسان وٽي هي راهه آ،
جو سنڌ ۽ درياهه کي اوهان ڪيو تباهه آ،
اسانجي سامراج کي هاڻي اها صلاح آ ،
اسانکي ديش ڏيو جي ته پو اوهان سان ناهه آ!

هي لفظ هِن لطيف ۽ جي. ايم جي ضمير جا
هي لفظ هِن اصول جي اسير جي ضمير جا،
هي لفظ هِن شهيد رهبر حق جي جناب جا،
هي لفظ هر غيور قوم جي ته انقلاب جا!

## جت

او پهلوان ماڻهو! او نوجوان ماڻهو!
تون ننڊ ۾ پيو آن هُو جُهور پيو تو جاڳي،
۽ لاجواب اُن جو منشور پيو جاڳي،
تو کي مڃي آ ڪُرسي هُن کي مڃي آ ڌرتي؛
تون بي ڏيان ماڻهو! هو با ڏيان ماڻهو!

## ڪُتا

ڪُتا هِي سامراج جا سماج ۾ ڪيڏي ڇڏيو،
ننڍا وڏا هي راڄ جي رواج ۾ ڪيڏي ڇڏيو،
بغاوتن مذمتن شهادتن، جو دؤر آ،
هي پُرامن جا لفظ احتجاج ۾ ڪيڏي ڇڏيو!

## ڏاڙيلن جي دؤر ۾ لکيل

رُنا رات ڪي نيڻ تازا رُنا،
ڏسان ٿو تہ پٽ ۾ ڊرازا رُنا،
رُنا سن ، ٺٽي ۾ مڪلي مقام،
خدا آباد مسجد جا رازا رُنا!

سُڪل سال جي ڪنهن گهڙي پئي رُنو،
سُڃي گهر جي ڪرف ۾ ڳڙي پئي رُنو،
اڄ ڪنڌ هيڏي ڪٽي جو ڏسان،
تہ مياڻي ۾ موهن دڙي پئي رُنو!

## بغاوت ڪنداسون

آهيان سنڌ پيٽنو — پلي مونکي پيٽيو،
خطرناڪ ٿيندو آ اسان جو ڪيٽو،
مان جالي ته ناهيان — بنگالي ته ناهيان،
بهاري ته ناهيان — حوالي ته ناهيان!

نہ افغاني آهيان — نڪو مان مهاجر،
مان ڌرتيءَ جو وارث مان ڌارئي لئي پادر،
ڏيان سنڌ درياه، چا لئہ سڪائڻ،
نہ ايندي آ مونکي حقيقت لڪائڻ!

# ڇهه سٺو

هاڻي ڀائي پدرا ٿيندا تنهنجا سارا ڪوڙ
سنڌي ماڻهو جلدي وڃهندا ڌاري آبادي ڪي ڌڙو
گوريلن جي گونج اُٿي - بارودن جي باهه ٻري آ
پنجابين جي ڇيلهه ڀڄي ۽ نسوارين ڪي ٻارن ڀور
ڌاري ڌر جا ڌاريا ماڻهو مور نه سچا ٿيندا سني
مٽ مٽي جا مور نه ٿيندا - پئڇي وٺي هي آ پروڙ



'عاجز' سرگاٽي مزاحمتي ۽ انقلابي شاعر آهي، هو لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڏوڪري تعلقي جي ڳوٺ صوبدار سرگاٽيءَ ۾ پهرين جنوري 1960ع ۾ ڄائو. پيشي جي لحاظ کان رٽائرڊ استاد آهي، جڏهن تہ سندس تعليم ٻارهين جماعت آهي. عاجز سرگاٽي عوامي شاعر دادن فقير کان متاثر ٿي 1975ع ۾ شاعري ڪئي، سندس ڪلام سڄي سنڌ ۾ پسند ڪيو وڃي ٿو. 'عاجز' سرگاٽيءَ جا همعصر شاعر احمد خان مدهوش، ميهر فقير، سرڪش سنڌي، راشد مورائي، تاج جويو، ناظم منگي، اسحاق راهي ۽ قاضي مقصود گل آهن.

– اڪبر لغاري

# پڙھندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏھاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏھاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙھندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنھنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏھاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آھي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو ھوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

ھر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙھندَڙ، ڪَڙھندڙ، ڪُڙھندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙھندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنھن سيني وِچان ”**پڙھندڙ**“ نسل جا ڳولائو آھيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناھي ورھائڻ جي وسيلي پڙھندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجھَڻ ۽ ھِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَھڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙھندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناھي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُھديدار يا پايو وِجھندڙ نہ آھي. جيڪڏھن ڪو بہ شخص اھڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُھو ڪُوڙو آھي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏھن ڪو اھڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُھو بِہ ڪُوڙو آھي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن ڪي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٹَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ –

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)